نالو ڪتاب جو: سُهائيءَ جي سوڀ

مصنف: رسول بخش درس

صنف: ڪهاڻيون

سرورق: فتاح هاليپوٽو

ڇپائيندڙ: وشن

ڇپيندڙ: اين ڪي پرنٽنگ پريس<br>گاڏي کاتو، حيدرآباد سنڌ

ڇپجڻ جي تاريخ: سيپٽمبر، ١٩٨٧ع

تعداد: هڪ هزار

قيمت: ١٥ رپيا

ڪمپازيٽر: ضمير قريشي

ارپيان ٿو سنڌ جي سلڇڻي ۽ سدا سلوڪ
قومي ڪارڪن.

# دودي مهيري جي ڏالي

رسول بخش درس

چارڻ تنهنجي چنگ جو، عجب آهيم اي ءُ،
هڻي آيو هٿن سين، جيئرو رکيو جيءُ
رات منهنجو ريءَ ڪانيو تو ڪماچ سين.
(لطيف)

# پبلشر پاران-

ڪاچ پبليڪيشن جو هي پهريون ڪتاب اوهان جي هٿن ۾ آهي. سٺي اديب جي سڃاڻپ هن جي سٺي تحرير مان ظاهر ٿيندي آهي ۽ هر اديب جي تخليق ئي هن جي ذهن جي عڪاسي ڪندي آهي. تنقيد ڪرڻ يا پسند ڪرڻ، پڙهڻ وارن تي ڇڏيل آهي.

اڄ ڪلهه سنڌي پبلشرز جي ڪوٽ هڪ مسئلو بڻجي ويو آهي. سواسان وڌ ڪان وڌ اها ڪوشش ڪنداسين ته هي سلسلو مسلسل جاري رکي سگهون. پڙهندڙ جو شوق ئي تخليق ڪار کي وڌيڪ لکڻ تي مجبور ڪري ٿو. اميد اٿئون ته هيءَ ڪتاب وڌيڪ چاهت سان پڙهيو ويندو ته جيئن تخليقڪار ۽ ادارو وڌيڪ سٺو ادب سنڌ کي ۽ سنڌي ماروئڙن کي ڏيئي سگهي-

آئون پياري حڪيم ميمڻ جو شڪر گذار آهيان جنهن ڪتاب جي ڇپائيءَ ۾ ساراهه جوڳو تعاون ڪيو آهي.

اوهانجو پنهنجو

**وشن**

# پيش لفظ

آئون بنيادي طرح ڀراڙيءَ سو ۽ جابلو علائقي جو ڳوٺاڻو آهيان ان ڪري ڪجهه دوستن جي شڪايت هوندي ته منهنجي لکڻين ۾ شهر جي گهٽ ڀوسٽ ۽ دونهاٽيل زندگي جي ڀيٽ ۾ ڀراڙين جي ويڪرن ميدانن، وڏڪار ۽ ويڪرين دلين، اباڻن پڊن، ڇڙن جي چونگارن، سڪارن، ڏڪارن، سرهائي، سڪ، بڪ ۽ ڏک جو عڪس هوندو آهي، ديس جو پڙلاءُ هوندو آهي.

آئون ڪو نالي ڇڙهيل گرناري ليکڪ ناهيان پر سنڌ ڌرتي جي ڏکايل ماروئڙن مان هڪ ماڻهو آهيان، جڏهن دل ۾ ڪي جذبا ۽ احساس ڪر ڪڻندا آهن ته پني تي پکيڙڻ جو جتن ڪندو آهيان.

شل مون ۾ اهڙي قوت پيدا ٿي پئي جو من ۾ متل ماڻهن کي ڀرپور انداز ۾ پڙهندڙن تائين پهچائي سگهان. منهنجي ادبي ڪيتر ۾ سنڌي ادبي سنگت جو وڏو هٿ آهي.

مشاهدو ۽ ڪچهريون ليکڪ لاءِ وڏو سرمايو آهن، ڪچهرين ۾ سيد اڪبر، نجم عباسي، علي بابا، رضوان جهڙن يارن کان ڪافي پرايم، هونئن ادب ۾ شاگرديءَ جو ڏاڳو ڪنهن کان به نه ورتو اٿم ۽ نه اها ڳالهه پسند ڪريان ٿو.

جيئي سنڌ

رسول بخش درس

ٽپال گهر جهمپير، ضلعو ٺٽو

# ساهت ۽ سماجي ساڃهہ

سوات جي سهڻي مائٽريءَ ۾، مٿي تمام مٿي، جبلن جي وچ ۾ ڪالام نالي ڳوٺڙو آهي. ڏاڍو من موهيندڙ نظارو آهي. جبلن تي ساوڪ آهي ۽ چوٽيون برف سان ڍڪيل ڏسجن ٿيون. ڏاڍا سهڻا ساوا ۽ ڏگها ڏگها وڻ آهن. رنگبرنگي گل ۽ ٻوٽا آهن. ٻنهي پاسي جبلن مان پاڻيءَ جا چشما ڦٽن ٿا، ڳڙگڙ جو سريلو آواز مچائيندا، اچي واديءَ جي وچ مان وهندڙ سوات نديءَ ۾ پون ٿا. پاڻي ڏاڍو صاف شفاف آهي. مٿي آڪاس ۾ ڪڪر آهن ۽ ڪڏهن ڪڏهن انهن جي وچ مان سج ليئو پائي، پهاڙن تي ڪرڻا وجهي ٿو ته انهن جون برف ڍڪيل چوٽيون چانديءَ وانگر چمڪڻ لڳن ٿيون. جون جي مهيني ۾ به وڻندڙ ٿڌڙي هوا پئي لڳي، نديءَ تي ڪاٺ جون پليون آهن ۽ ان جي ٻنهي پاسي ننڍا ننڍا دڪان ۽ هوٽلون آهن. ڪيترائي سير سانگي آيل ماڻهو هيڏانهن هوڏانهن پيا ڦرن، جن ۾ خوبصورت ڇوڪريون ۽ عورتون پڻ آهن. ڏاڍو فرحتي وايو منڊل آهي. مان ۽ منهنجو دوست به وڻندڙ ڏيک مان مزو ماڻي رهيا آهيون. هڪ هوٽل تي چانهہ پيئڻ وهون ٿا. هوٽل وارو پٺاڻ ڏاڍو ڳالهير آهي ۽ سگهوئي گهرو ٿي وڃي ٿو. هڪ وار هو چوي ٿو، "هنن پهاڙن ۽ پاڻيءَ ۾ ماڻهن کي ڇا ٿو نظر اچي، جو سوين هزارين ڪوهہ ڪري هتي اهي ڏسڻ اچن ٿا. عجب جهڙي ڳالهہ آهي،

اسانکي ته انهن ۾ ڪا ڏسڻ جهڙي شيءِ نظر نه ٿي اچي!"

پر سنڌين جي اها سوچ نه آهي، سنڌين جي اها ذهنيت نه آهي. هو پنهنجي ڌرتي جي هر نظاري ۾ مست ٿيو وڃن. هر نظارو هنن جي دل ۽ دماغ، جسم ۽ ذهن جو حصو بڻجيو وڃي.

اهو توهانکي هن ڪتاب مان به محسوس ٿيندو. هنن ڪهاڻين جو ليکڪ، ڪينجهر ڪناري هڪ ننڍي شهر چو رهاڪو آهي. هن جي سرير جي هر چرپر ۾، هن جي ذهن جي هر ذري ۾، هن جي لکڻين جي هر سٽ ۾ نه، ته به هر صفحي تي توهانکي ڪينجهر ضرور نظر ايندي يا محسوس ٿيندي. ڪينجهر ۾ وهنجڻ ۽ ترڻ، ٻيڙين تي سير. ڪينجهر ڪناري آلي ڌرتيءَ جي سرهاڻ، ڪچهريون ۽ گيت، يارن ۽ پيارن سان گڏجاڻيون، چنڊ جون چانڊوڪيون، پيار جون پچارون، نظارن ۾ مست ٿي وڃڻ، سماجي انقلاب ۽ قومي آجپائيءَ جون سوچون ۽ اهڙي سماج قائم ٿيڻ جو پختو يقين پيدا ٿيڻ جنهن ۾ قبيلائي، جاگيرداري ۽ سرمائيداري ۽ سامراجي نظام وارڊون پيار تي پابنديون ۽ رنڊڪون، پراڻا اڏيڻ يا قديم آثار بنجي ويندا ۽ رڳو تاريخ جي ڪتابن ۾ درج هوندا.

توهانکي هنن ڪهاڻين ۾ پيون به ڪيئيون ئي ڳالهيون نظر اينديون ۽ محسوس ٿينديون، وطن دوست ۽ پنهنجي ڌرتيءَ جا متوالا، جيل جي پڙاڻن جو سمنڊ جهاڳين

ٿا، ۽ پنهنجن ٻارن ۽ جوانيءَ جي خوشين تان هٿ کڻن ٿا. طبقاتي سماج جو دل ڏاريندڙ، لڱ ڪانڊاريندڙ ۽ ڏڪوئيندڙ ڏيک، ڪهاڻين ۾ سنڌ ڌرتيءَ جو هڳاءُ، سنڌي مائروئڙن جو دلي درد، سنڌ جي قومي آجپائيءَ لاءِ تڙپ، سنڌ جي طبقاتي سماج خلاف نفرت، سنڌ ۾ ڌارين لاءِ ڌڪار، سنڌ جي ڌاڻي ۾ ڌارين جي هنج ۾ وڌڻ وارن کان بچاءُ، سنڌ کي آجو، سکيو ۽ سهڻو ڏسڻ خاطر انقلابي جذبو ۽ خواهش آهي.

مون هن ڪتاب مان ٽي جملا چونڊيا آهن، جي رسول بخش درس جي سوچ ۽ ڪهاڻين جو تت آهن:

(۱) ”ماڻهو اياڻا، دليون نه جوڙين“ ۾، ”سماج جڻ ست مسيو راڪاس! هڪ مسئلو حل ڪجي ته ٻيو ڪر کڻيو بيٺو آهي.“

(۲) ”اسين لوچيون لوهه ۾“ ۾: ”بس ڇا ٻڌايان! چنڊ چڙهي آيو ته ڪينجهر جرڪندي آهي، تجلا ڏيندي آهي، آئون ته اهو منظر ڏسي، پاڻ وڃائي ويهندو آهيان.“

(۳) ”ڪينجهر ڪناري“ ۾: ”ڌرتيءَ سان عشق، دنيا جي سڀني عشقن کان مهانگو آهي.“

ڏسجي ٿو ته ساٿي رسول بخش درس، سماج جي سماجي ڪارج جي ذهني طرح، نظرياتي طرح ۽ انقلابي طرح پوري پوري ساڃهه رکي ٿو.... جيئي سنڌ!

**نجم عباسي**

حيدرآباد سنڌ

۱۵، ۸، ۱۹۸۷ع

# ڪاڪ روئندي رهي

مون گهر جي ٻاهران بيهي سڏ ڪيو. مڙ مان ٽار لوڙهي اندران پڪي ۾ ڏسڻ ۾ نٿي آيو. ٻيهر سڏ ڪيم. پڪي ڪڙاهه تي اچي بيٺي "ابا مڙدن مان ڪو ڪونهي. ڪم ڪار هجي ته ٻڌاءِ" وري اک تي هٿ رکي سڃاڻڻ جي ڀم ڪرڻ لڳي. وڌي اڳتي ويس. ويجهو ٿيس اتان ئي رڙ ڪيائين. "ايءَ مٺي مران شل، هي ته منهنجو ٻچي شل لکمير." وڌي اچي ڀاڪر وڌائين. ٻنهي ڳلن تي چميون ڏيڻ لڳي "اي الله مٺي وڏ ڀڻ ڪري لاٿ هجي. مون مٺي ٻچي ڪهڙي ڪونه سڃاتو هل اڳ ۾ ٿي، ايءَ ڇوريون کٽ تي هنڌ ته وجهو ڏسو ته سهي ڪير آيو آهي. منهنجو جانب لکمير ڪونه آيو آهي! الله تان صدقي وڃان سهڻي ڪي ايلاز ڪندي هيس ڪير ڪونه وٺي آيس. اڄ رب ساميو آهي ته پاڻهي اچي اڱڻ تي سهڙيو."

آئون کٽ تان ٿي ويٺس. گهر جي زالن اچي هٿ ڏنو. سنگهار ٻم ڳرهه تان پلاند ورائي هٿ ڏيئي هلي ويئي.

"پڻي سوٽ وارا ڪونه ٿا ڏسجن؟"

"ابا وڏو سوڙين جوڙو ڪولي آيو، اڄهو هيٺر ٻيو وڃي شهر. ننڍو ويچارو اهيو مال سان. ٻاهر لڳين رڳو آهن آباديون پوءِ ڏسڻ ڏي پيچ مان هٿ ئي ڪونه ٿو ڪڍي، پر ٻابلا تون اڄ ڪيئن وڙ ڪري اچي

نڪتين مل وڏي حياتي ماڻهين مون مٿيءَ تي پيرو ڪيئي“
”چوريون اتو چاهه پاروو - ٻريان ڪڪڙ جهلي اچو-
کهڙي پرهيز ڪئي اٿانو؟ هي آهي ڪنهن جنهن کان
لڪو ٿيون.“

”پٽي پلا سؤٽ کي ڪو آمرو اميد؟“

”ابا اڄان ته خير لڳو پيو آهي - ڏينهس رب اسان جي ٻه پٽي هوندي ته ملي پوندي“. چوري سنگهار هيڏانهن اچ ڪاڪي جانو کان ڪڪڙ کهائي اچ پاءُ ٻڪيو هوندو، ولات پنڌ تان آيو آهي -“ ”ابا سنگهار هاڻ وڏي ٿي آهي ته مڙيئي حجاب ٿي ڪري، هوئن پر پٽ ته مٿو ڪايو وڃي. ”اسان سؤٽ وري ورڻي ڪونه ڪيو“

”بس پٽي اسڪول مان جند ڇڏايم ته وري ڪاليج ۾ لڳي ويس - بس مٿي ڪنهن جي وانڊڪائي ڪانه ٿي ملي. هن دفعي امتحان ختم ٿيا ڇيم ڪيئن ٻه پٽيءَ تا چڪر ڏنو بس پوءِ اچي سهڙيس“

”ابا هي ڇهون سال آهي - پٺهين کي خدا جنت بخشي ان سان گڏجي آيو هئين وري جو اچ آيو آهين - ادو مرحيات هجي ها ته اسان کي ڪونه وساري ها پر اوهين آهيو نٺون رت.

پٽ پٺهين سان رت جو سڱ ته ڪونه هو، هو سيال پاءُ پر جڏهن کان مٿي تي هٿ رکي پٽ ڇيائين تڏهن کان سڳي پاءُ ٻه ايڏا جوڳ ڪونه ڏنا جيڏا پٺهين مرحيات ڏنا - آئون اسپتال ۾ هيس آپريشن ٿيڻو

هو- پوءِ ادا ويچاري زمين آسمان هڪ ڪري ڇڏيو.
هڙان وڙان پر نيٺ چڱي ڀلي ٿيس گهر پڄائي پوءِ وڃي
ٻچن پيڙو ٿيو. ابا دنيا جي توکي خبر آهي ڪوڪنهنجو
ڏکئي ويل ڪونهي- ابي امان جا پٽ هٿ ڪيئي
ويا پر پڻهين منهنجي مڙس سان گڏ رت ست ڏنو- هئي
هئي ويچارا ماڻهو" پلاند سان اکيون اگهي آئي "ابا
آئون ڇوڪرين کي هاها ڪريان سانجهه ڪري وڏن
پوءِ وري مارڪو ڪنداسين- تون ٽنگ ڊگهي ڪر"
سون بوٽ لاٿو- پير ڊگها ڪري، منهن ۾ اکيون
انڪائي ماضي ۾ هليو ويس-
اڄ ڪان ڇهه ورهيه پهرين بابا سان گڏجي آيو هوس-
پڻي ڏاڍي سرهي ٿي هئي سندس گهر وارو به جيئرو
هو امان کي ڏاڍو مان ڏنائون-
ڏهه ڏينهن رهائي ڇڏيائون- سندس پٽيءَ تي ويندا
هئاسين ڪلندي ڪڏندي ڏهه ڏينهن لنگهي ويا- سنگهار
مون ڪان سال کن ننڍي هئي- سڄو ڏينهن مون سان
گڏ هوندي هئي- سونکي ڇيڪيءَ سٽي مان آٽ گهوڙا
ڏاهي ڏيندي هئي- سندس پاڻر اسانکي پينگهون ڏاهي
ڏيندا هئا ان ۾ لڏندا هئاسين- جيڪو وقت وڻن هئاسين
هوءِ پاڇي وانگر گڏ هوندي هئي- پٽيءَ تي ويندا هئاسين، هوءَ
ڪمند جي گهاٽي ٻڙڻي ۾ لڪي ويندي هئي، آئون
کيس ڳولهيندي ڳولهيندي ٿڪجي پوندو هوس پوءِ
اوچتو "هائو" ڪري پر مان نڪري ايندي هئي-

پاڻي جي ڪڙڻي تي وڌهي هڪ ٻئي کي چنبا هڻندا
هئاسين- آئون زور سان ٻڪ اڇلائي مٿس پاڻي وسائيندو
هوس ته ٻئي هٿ منهن تي رکي کيهون ڪندي
هئي. ”الاڙي .... گهوڙا ڙي“ هڪ ٻيري خار مان مونکي
ڪڙو هڻي ڪڍيائين- منهنجي نرڙ تي سائو نشان ٿي
پيو هو ۽ ڏوري سوچ به ٿي پئي- ڏاڍو پشيمان ٿي
منجهيس نهاريو هوم ته اکيون هيٺ جهڪي ويس مون
سور پي کلي ڏنو هو ۽ هوء ٿڙي پئي ”مؤٺ زور سان
ته ڪونه لڳو- ڀلا سور ته ٿيو هوندئي؟“ ۽ منهنجو
منهن جهلي ڦوڪون ڏيڻ لڳي- مونکي ڪل به اچڻ
لڳي پر سندس چوڻيءَ سان جهلي مڪ الارينڌي چيم
”هيئنئن هڻين ته پوء خبر پوي ته سور ٿئي ٿو يا نه؟“
سڄي ونجي سڄي ڪري پيئي هئي- اکيون ڀوڻي، وات
شيڪي سيسڙات ڪرڻ لڳي ”الا چنڊ مارين ٿو- گهوڙا
ڙي مري ويس“

مون چوڻيءَ سان هٿ ڪڍيس ته اکين ۾ پاڻي
اچي ويس پر پوء مرڪي پيئي- ”لکمير تون تڪڙو
هليو ويندين؟“

”ها پنهنجي ڳوٺ ته ضرور ويندا سين“

”پوء آئون ڪنهن سان کيڏنديس- تون متان
وڃين- اوهين لڏي اچي اسان وٽ ويهو نه!“

”پيو ڪو ماڻهو ٿي ڪونهي اوهانجي ڳوٺ ۾،
اسان کي آهي لاچار جو هتي لڏي اچون-“

”هيو ڪير آهي جنهن سان آئون راند ڪنديس؟....“
۽ اکين ۾ پاڻي اچي ويس.

”چري آئون ڪو سچي چمار لاءِ توکي ڇڏي ٿوروئي
ويندس. رک الله تي توکي وٺي هلندس. سدائين لاءِ
توکي وٺي هلندس تون هلندئين نه مونسان؟“

”سچي پڌاءِ مونکي وٺي هلندين تنهنجي ڳوٺ“

”تون هلنديئن نه توکي وٺي هلندس باقي زوري نه
ڪانهي. پوءِ پاڻ ٻيڙي ۾ چڙهي ڪينجهر ڍنڍ گهمنداسين.
وڏا وڏا جبل آهن انهن تي چڙهنداسين. قرآن جي جبل
ڏسين نه ته هيئنئون ڦاٽي پوندئي“

”تون نه رڳو گسا ٿو هڻين، ويندين نه وري ور به
ڪونه ڪندين“

”نه نه سچي توکي وٺي هلندس پر ٻيهي وڏو ٿيان
نوڪري وٺان.“

”پلا ڍنڍ کهڙي؟ ها ڪينجهر ڪيڏي وڏي آهي؟“
مون ٻانهون پکيڙي چيو ”او هيڏي اچان به وڏي
جنهن ۾ تون نه ڇا پر تنهنجو ڳوٺ تنهنجون ٻئيون
سڀ ٻڏي وڃن“ ۽ ڪيس ٻانهن ۾ وکوڙي ڇڏيو هوم.
”ڇڏ الا ڇڏ ساهه ٿو ڪڍين. پري ٿي ڪوڙا ڏڳ“

”قرآن اکين مٿين جو سونهن توکي وٺي هلندس“
”تيسن وساريندين نه ڪونه؟“

”آئون نه ڪونه وساريندس تون وسارين نه پلي“
”ڇڱو ڏسون ڪير ٿو ڪوڙو ٿئي“

”ابا اٿي هٿ ڌو ماني کائڻ بکيو هوندين“

ٻڌي ۽ خيالن جي مالها ٽوڙي ڇڏي. ڇهه سال پراڻيون يادون اکر اکر ياد ٿيون جڻ ڪالهوڪي ڳالهه هجي.

سنگهار ماني اچي اڳيان رکي. اکيون کڻي ڏٺو مانس، مرڪي کڻي ٻئي پاسي منهن ڪيائين. ٻڌي پاڻي آڻ لاءِ چيس. وٽو ڀر ۾ رکي وري ٻه نهار اڇلايائين. جانچي ڏٺم هن سنگهار ۽ هن ۾ ڏينهن رات جو فرق هو. رڳو مرڪڻ ساڳيو هو.

شام ٿي سوٽ وارا به آيا ٻئي پاڻ ڏاڍو قرب مان مليا. حال احوال وٺڻ لڳا. وري ڏک سور به ڪرڻ لڳا. سوٽ جانو ٽوڪ هڻندي چيو ”سوٽ توکان چار ڏينهن وڏو هوس، پر ير حيف ٿئي منهنجي شادي تي ڪونه آئين؟!“

”سوٽ انهن ڳالهين ۾ مياري آهيان پر ٻيوس آڻن بار ڇڏيا. امتحان پئي هليا اچي نه سگهيس“

”ها بابا اوهين پڙهيل ماڙهو ڪوڙن جا بادشاه“ ۽ مونکي ٽونٽ هڻي سندس زال ڏانهن اشارو ڪيائين ”يلا ڀاڄائي جانچي ڏٺئي، وڏيئي، يا رڳو ٻڌ نصيب ۾ لڳو آهي“

مون شرم کان کڻي ڪنڌ هيٺ ڪيو. ٻڌي مرڪڻ لڳي.

”هئو ير دل ۾ وڏي اٿيئي پر پڪائي ٿو ڪرين. بس بابا مولائي مڙس هئاسين ملي ويئي ڪونج جهڙي

زال بس رنگ ڏورو ڇهون آهيس باقي آهي هٿڙا لڳي پيئي"

زالينس شرمائڻ لڳي گهر جا ٻاتي ڪل ۾ پدا پيا هئا.
ننڍي ڀائس به سر ڪنيو "ها سڀ ٿيءُ هينئر هيڙي ڀائو
وڏو ساجن سوائي تي سنهرو ويٺو آهي. وهت به چڱو
موچارو آهي"

ڀڦي چنبو هڻندي چيس "ڀيٽان تون ته حيا ڪر
ڀاڄائي ساڻ برابر آهي سا اڪيون ڪڍيو پئي ڏسي حيا ئي
ڪونهي بي لڄا. هو ڀاڻ آيو آهي ان سان ڪا قربانتي
ڪچهري ڪريو رڳو گوار پيا ڪائو."

ڀراڙي جي ماڻهن ۾ چرچو ڀو ڳ ضرور ٿئي. رات
جو مڇرن به وارو وڄايو. اک به پوري ڪانه ڏنائون.
پرهه ڦٽيءَ جو اک لڳي ويئي.

سج چڙهي مٿي آيو. سار تي ڏنم ته ڌهم ٿي ويا
هئا. گهر جا سڀ ڀاتي نڪري ويا هئا. رڳو سنگهار
پريان ويئي هاج ڪئي. ڀاڙي اڇي رکيائين. مون منهن
کي چنڊو هنيو ته نيرن اڇي اڳيان رکيائين، ڪو به
نه ڪچي، منهنجي مردانگي ڪر ڪنيو "سڀ ڪيڏانهن
ويا سڀ" ڀهرين ته سرڪي پئي پوءِ نيٺ ڪچي "ادا وڏو
ڀاڄائي پئي تي ويا آهن. ننڍيو ادا مال سان. امان اڄهو
هينئر ننڍي ڀاڻ جي ماني ڪڻي ويئي آهي. تو کي گهڻا
سڏ ڪيائين پر گونگهرن جو ڏڪاءُ پئي پيو. چيائين
ته سڄي رات مڇرن پٽيو آهيس. آٿي ته نيرن ڏجانس
آنون اڄهو ٿي اچان"

”ميرن سچائي وڏو آهي. قرآن سڄي رات اک ۾
ڪانہ پوري اٿم.“
”اڄ پلا گڏجي ڪائون“ ڪل ۾ پڌي ويئي چيم
”چو پلا اڳي ڪڏهن ڪونہ ڪاڏو اٿئون ڇا؟ يا اَئون
ڪو ٻي ذات آهيان؟“
”اهي ڏينهن ڪاٿي وئين، ٻار هئاسين. هاڻي سوچي
سمجهي پير کڻبا“
”ڇئبو ماڻهو ڏاڍا چالاڪ ٿي ويا آهن پلا ننڍي
هوندي جون ڳالهيون ياد اٿئي يا وسري وياسين؟“
”واه ٿلها ڏهہ ڏينهن گڏ گذارياسين سي وريهن
جي وير ۾ لڙهي ويا“ ۽ پوئتي منهن ڏيئي ڪلڻ لڳي.
مون ماني بہ پئي ڪاڏي، ڳالهيون بہ پئي هليون.
”چڱو ٿيو وسري وياسين باقي ٻڦي ويچاري جي تہ نہ
ٿي سري. هر ماڻهو سان پيئي نياپيا ڪندي. آيو بہ
تہ ويچاري ٻڦي لاءِ آهيان ٻيو ڪو اسان جو رت يا
سڳ؟ ٻڦي ويچاري آهي سچا هڏ سا ڪٿي ٿي وساري؟
مون ماني ڪاٿي ورتي.
هن ويئي پٽ ڪوٺيو. سندس ڪنڌ جهڪيل هو
چيم سؤٽ پلا ٿانو ڪڻ“
اٿي تہ ٻئي پاسي منهن ڪري اکيون اگهيائين
”اڙي هي ڇا تنهنجي اکين ۾ پاڻي! ڇا ٿيو! تون تہ
روئين پئي.“
ٿانو. ڪٿي گهر ۾ گهڙي ويئي، مون کي اڻ تڻ

ڏي پئي پرائو گهر ڪو ڏسي ته نوجوان ڏينگر روئي
چو پئي؟- پڻ ڏسندي ته ڇا سمجهندي دل جهلي اندر
گهڙيس سڏڪا پري رهي هئي.

”سوڻ چو پلا روئين چو ٿي؟ ڪير اچي وڃي ته
ڇا سمجهندو“

”تنهن بہ تنهنجو ڇا؟ تنهنجو ڪو مٽ مائٽ آئون
ڇاڻان منهنجو ڪم- تون تہ پڻين کي گڏجڻ آيو آهين،
پيا مرن ٻچن تنهنجو ڇا؟“

”اڙي بابا مون تہ ڀوڳ پئي ڪيا- توکي وساري
ڪيئن سگهندس پڻي تہ ہہ ٽي پيرا اسان وٽان ٿي ويئي
هئي، آئون تہ پنهنجي سنگهار نديءَ پڻ جي ساٿياڻي سان
ساڻ آيو هوس- مون کي نديءَ پڻ جون پياريون ياد گيريون
تہ ڇڪي آيون آهن قرآن!“

”ڇڏ ڪوڙا! ائين جبل جا ساٿهو اوهان جون دليون
ہہ پٿر ٿي ويون آهن“

”پلا کهڙو قسم کڻان! ڏس آئون رڳو تو سان
ساڻ آيو آهيان- ڇيم ڏسان تہ سنگهار ڪيڏي ٿي آهي!-
ڪيئن ٿي لڳي؟ سونکي ياد ڪري ٿي يا وساري
ڇڏيائين؟“

”ها تڏهن تڪڙو ور ڪيو ائين- توکي خبر آهي
مون هر پهر هر پل توکي ساريو آهي“

”پو پلا چو چئي تہ ڏهہ ڏينهن ويا وسري؟“

”مون تہ توکي آزمايو پئي پر منهنجي دل ڪان

پڇ ته آهي ڏهه ڏينهن ڏهه حياتيون مان ته به ڪونه وسر ندا"

مون سندس هٿ جهلي چيو "ڏس هاڻ پاڻ ٻار ناهيون. وڏا ٿي ويا آهيون. زماني سان گڏ هلڻو آهي. باقي مون لاءِ تون ساڳي سنگهار آهين. تو ڪي جڏهن وساريم منهنجو پساهه پنهنجو نه هوندو. پوءِ مون ڪي جيئرو لاش سمجهجان. چڱو هاڻ سڀاڻي ٿي ڪير اچي وڃي ته!! پڻي به اچڻ واري هوندي"

ٻاهر نڪري کٽ تي ليٽي اجرڪ پيرن ۾ هٽي سوچڻ لڳس. ايتري ۾ پڻي به ڪاڏهين جا ڦينجها اچي اڱڻ تي سٽيا.

"امان سنگهار، لکمير ڪي ڪا سار ٿي. ڪو ڏکر پور ڪاڏائين!"

"ها امان ساني ڪالهه جيئن گندي پيرن ۾ هنئي اٿس تيئن رڳو ڪونگهرا اٿس"

"ابا لکمير پٽ! ايترو نه سهه سڄاڳ ٿي ته مارڪو ڪريون."

مون ڪر پيچي چيو ته "پڻي رات حرام ڪا اڪ پوري اٿم وري پنڌ جو ٿڪ. ميرن ته سڄائي ڇڏيو."

"ابا اسين ته هري ويا آهيون. بس پٽ اهيا پنهنجي وڏو چورو زال سودو پنهي حوالي ننڍو مال سان. پاچائين وڃي ڪڪ پن ڪري ڪو گڏو ڪن گاهه جو آئي تڏهن پاڙت مينهن سان لپ ڪير ڪڍيون. آئون وري

ماني ٺڪر ڪري ننڍي سؤٽين لاءِ کڻي وڃان، ڪاٺين ڦنگ به ڪريو اچان ته چاهه ٻري. هيڏانهن ماماٽل نياڻي اڪيلي گهر ۾ ست مائٽ اهو سؤٽين جي شادي تان رنل نڪو اچن نڪو وڃن- نياڻي جي عزت رب رکندو پر پٽ اڪيلو ماڻهو نه روئيندي ڏهي نه پڙهيندي اڄ آسيس هيم پهر پنيان چڙي آئي آهيان."

"پڦي سؤٽ ننڍي جو ڪو ٻلو ڏيو"

"بس پٽ جانو ٻچي شل چاچن کي ڪاوڙائي وڃي ڏارين ۾ پرڏيو هاڻ ويٺا آهيون جڏهو ڪا مينهن ڏڏهو ڪا پاڻي-"

وري به ڳالهين جون پريون، پڦي کڻي ئي نه "پلا چاچهين اوهان کي پاڻي ڏو يا پراين رنن جي چوڻ ۾ اچي ويو"

"نه نه پڦي چاچا ويچاري کي شاباس هجي- پر مايون به وڙان ڪونه وڃائين- امان کي هر ڳالهه هٿ ۾ ڏني اٿن چاچا ته اولاد کان امان کي گهٽو ڏو گهري-"

"ها ابا مڙس ويچارا پيا آهن. مردن کلل هوندو ته رنون چا ڪنديون؟"

ڀنڀرن جو جانو آيو شهر وڃي هليو شهر ڪهڙو؟ به ٽي پاڪڙا هوٽلون، هاري ناري ٽنگ ٽنگ تي چاڙهيو ويٺا موٽا هٽن- چانهن جي ڏم-

مهمان آيو ته چانهه مٿان چانهه پئي ايندي- شام جو موٽياسين جانو هڪ ميرداني به وٺي کڻي "پائو

جانو ڀاڻ توبهہ ڪئي وڃي ٿو واري شهر اچڻ جي-
ايڏي ڇانهہ ڀور ڪي وجهہ تہ مري پوي“

سوٽ اهڙي تہ مزا آهن ڀهراڙي ۾- پهلا رات ميڇرن
خاشو ڪئي پر اڄ پنهنجي سوٽ کي ميڇرن کان ڪاڻ
ڪونہ ڏيندس تولاءِ مهاري ورتي اٿم باقي اسين تہ
ميڇرن کي ڪنگهون ڏي ڪونہ“

رات جو ڪچهري ڪري ستاسين- صبح جو بدن
ڳرو ڳرو لڳم پڪ ٿيم تہ مليريا وٺي ويئي- پڇي بہ
لکي ورتو ”ابا ڏانيان ٿي بدن ۾ ڏيک ڪونہ آهين-
تپيو تہ ڪونہ آهين؟“

”نہ پڇي مڙيئي سستي آهي“

وڏي اڇي ڳل تي هٿ رکيائين ”نہ پٽ لڳ
ڪوسا اٿئي- پر آئون وڃان ٿي گڏن جي ڳوٺ مان
هٿ تان حب وٺيو ٿي اچان“

سوٽ جانو هڪل ڪئي ”جي گهڻو تپ هجي تہ
هلو شهر ڪا سئي هڻائي اچون“ مون چيو ”نہ نہ مڙيئي
ڪا نڪي ماي وڃي تہ ڏيک ٿي ويندس“

جانو ڏاڃائي هليا ٻئي ڏي تي، پڇي ويچاري اچي پريشان
ٿي مونکي گهر اندر سهاري ڏيکي هٿ تي- ”ڇوري
سنهنجي ٻچي جي پارت اٿئي آئون هٽ تان ٿي اچان ٿي“
آئون ليٽيو پيو هئس تہ سنگهار در تي اچي بيٺي-

”سنگهار چو پلا ابترو پري ٿي رهين، آئون مهمان
ماڻهو سدائين تہ ڪونہ ويٺو هوندس- ٻئو بہ چيپ

ٿي ڪرين“

آهستي سري اچي اِس تي ويٺي ۽ مٿي تي زور ڏيڻ لڳي.

”سنگهار تون رڳو ويٺي هج زور نہ ڏي آئون پاڻهي ڇاڪ ٿي ويندس“

سندس هٿ منهنجي مٿي تي ڦرڻ لڳا. آهستي آهستي پيٺا ڏيندي رهي منهنجي نڙيءَ مان لفظ نہ آڪلن. سگهہ ساري سندس هٿ کي جهلي ورتم پنهنجا گرم چپ سندس هٿ تي رکيم، هوءَ چپ هئي. سندس هٿ جي ترِيءَ کي ڏسڻ لڳس ”ڇا ٿو ڏسين؟“

”ڏسان ٿو تنهنجي هٿ جي ليکن ۾ مون لاءِ بہ پيار جي ڪا ليک آهي؟“

”هيٺ، ڇريا هٿ سان ڪيئن خبر پوندي؟ - مون سندس ٻئي هٿ جهلي پنهنجن گرم ڳلن تي رکيا تہ ڪاڻ لڳي. سندس هٿ جي ٻئي چميم تہ ڇوڻ لڳي.

”ڇريا هٿ تہ پير مرشد جا چميا آهن؟“

”تہ پوءِ تو ڪنهن مرشد جو هٿ چميو آهي؟

”اسانجا مرشد گهڻا ورهيہ بابا ڪاوڙائي ڇڏيا. اڇن ٿي ڪونہ باقي ساڙهو ڇون ٿا“.

”ڇري پيار ۾ پير مريد شاهہ شهنشاهہ سڀ ڪجهہ رڳو پيارا هوندا آهن“

”ڇا پيو ڇوين؟ تہ مٿي تي تہ ڪونہ ڇڙهي ويو اٿيئي؟“

”تپ ويچارو ٻن دلين جي سيلاب ڏسي پڇي ويو. هاڻ ته نس نس ۾ نينهن جو نشو چڙهيل آهي.“

”هٽ چڱ ته زور ڏيئين“ آهستي آهستي زور ڏيڻ لڳي.

”ڀلا اوهان وٽ ٻيو ڪو ڪونه اچي چا؟“

”اسان وارا چاچا روڏـل آهن، باقي ڪو ميال پاءُ ڪم ڪار سان اچي ته واه نه ته بس“

”پوء تون اڪيلي ڪيئن ٿي گذارين؟“

”اڪيلي ڪو ڏچان ٿي چـا؟ اوهين شهري ماڻهو آهيو ٿي ڏچڻا.... ها .... ها ....“

”نه پر اڪيلو ماڻهو نه ڪو ڳالهائي نه ٻولهائي- ڏڪي پوندو ماڻهو- اڪيلائي به عذاب آهي“

ٿڏو ساه ڀريدي ”پر .... پر تنهنجي سار ته گڏ هوندي آهي نه پوء اکين اڳيان رڳو تون ڦرندو آهين ۽ تون ساڻ هئين“

”سنگهار سچي ٻڌاء توکي ايڏو ياد ايندو هئس- ٻر اهي ته ٻارائيون ڳالهيون هيون. هاڻ ته ٻنهنجو قرب پا ٻنهنجائپ ٻي صورت وٺي ويا آهن“

مون ٻيو ڪجهه دل ۾ سوچيو ناهي، ڪنهن ڪي دل ۾ جاء ٿي ڪونه ڏني آهي، مونکي ننڍي هوندي وارو انجام ياد آهي-“

هڻ پيٺان.... او قول ياد اٿيئي؟“

گڏ جيئڻ گڏ مرڻ جا قول وسري ٻـه سگهن ٿا؟ انهن ٻاراڻن ٻولن ته ٻڌي ڇڏيو آهي، ٻول ٿي ته جيئڻ

جو ثمر هئا.

سنگهار توکي شابس آهي جو ڀاڻا ٻول ٻه قائم رکيو اڃين جي تون ائين نه ڪرين ها ته؟"

"ٻوءِ آئون مري وڃان ها. جيئڻ وري ڪهڙو ڀلا مون وارو ڏک ياد اٿيئي؟ نشان ته ڪونه ٿو ڏسجي؟"

"سنگهار تو وارو ڏک ته ويو وسري باقي دل ۾ جو گل ٽڙيو آهي ان جي سرهاڻ ۽ سڳنڌ ڇهه سال جيئرو رکيو آهي"

الهائي ڪهڙيون ڳالهيون پيو ڪرين. پر هاڻ تڪڙو ٻڌڻ جي نه ڪجان، ڪجهه ڏينهن ترسي ٻوءِ وڃجان. ٻوبان ڪري ته ڪانه ٿي؟

"نه سنگهار ٻويان ٻه ڪم ڪاريون آهن تو سان مليس وري ڪنهن ٻئي ڏيري اڃا يڪو رهڻ مناسب ڪونهي"

"ڏهيو ڏهيو پڪائي ڇڏ، سڀ سمجهان ٿي، پر ڪونه آهيان"

"ڀلا ڀاڻي ڏيک پيارينم" اٿي ٻيئي ٻانهن سان جهلي ويجهو ڪرڻ جي ڪيم. هٿ ڇڏائي هلي وئي. گهڙي سان وڏو ڀرينڊي ڀڪ ڪيائين "اڃو امان ٻه اچي وئي" ڀلاند ورائي ڀاڻي هٿ ۾ ڏيئي هلي وئي. ٻڦي ٻه ٽي ڍڪيون، سوڍا جو ٻڙيون. گلوڪوز ڀلاند تان ڪولي اڳيا رکيا ناولڃين جي ڏکي ٽڙيءَ تان لاٿم "لکمير ڀلا ڪجهه ڪائيندين پيئندين آئون

تو لاءِ سيڳو چانور وٺي آئي آهيان، رڌي ڏيئين؟"

"اڙي پٽي تون تہ چري آهين. ڪو اهڙو بيمار آهيان جون ربون ٿي پيارين؟ تون دلجاءِ ڪر"

"ابا شل ڪوسو واءُ نہ لڳيئي! منهنجا تہ سڪ ڦٽي پيا آهن. خدا چاڪ ڪريئي"

ڏکي اٿر ڏيکاريو. سؤٽ جانو گهوڙو پلاڻي تيار ٿيو "هل شهر تہ سئي ٻئي ڪا هٽائي اچون. ائين تپ ٽٽندو ئي ڪونہ"

چيو مانس "ان واعدي سان تہ شهر ۾ گهڻي دير ڪونہ ويهنداسين؟"

"اڙي پيٽان پوڪ گهوڙو بچي شل بيٺو آهي و ڪون ئي ۾ اجهو ٿا اچون"

ڳوٺ جي ڊاڪٽر پري سئي هڻئي تہ عرش گهمائي ڇڏيائين. ڏند ڪرٽي ڪٽي چپ ڪيم. سؤٽ جانو ڳالهائڻ جو جهڙو ڪهاڙو ڪيان ٿو تہ هٽي ساڙيو وجهندو.

ٻئي صبح جو تپ تہ ويو ڇڏي پر پٽي جو هٽ ڪيي، مون پڇڻ جي ڪئي. جانو ڪاوڙجي پيو. "اڄ ڪر آرام تپ وارو بدن آهي. سڀاڻي پوءِ ڳڏيا هلنداسين توکي ٽنبي مان روانو پوءِ وريو پيو ايندس. پيٽان ماڻهوءَ ڪا ڪچهري ڪريون پوءِ جون ڳالهيون پوءِ باقي اڄ چريو آهين تہ ٽنگون ۾ پڳل هوندئي"

پٽي مون کي گهر ۾ ڪٽ وجهي ڏني ۽ چئي ويئي "چوري سنگهار چوڪري جي پاٽي چاڙي جو خيال رکجان آئون

ننڍي ٻاڦڻ کي ماني ڏيئي ڪائين ڇيڄار ڪريو اڇان
ٿي- ڪا شيءِ طلبي ته ڪري ڏجينس"

سنگهار ٿانو ملي اچي مٿان بيٺي "نيٺ پنهنجي
پسوري ڏيکاريئي"

"اڙي چري پويان ڪٿڪو ڪندا هوندا- امان ته
اڄ تنگ هوندي"

"نه نه سڀ خير ٿيندو ورهين کان پوءِ ته آيو
آهين" سنهن لهي ويس.

ٻانهون پڪيڙي سڏيو مانس- جهٽڪ ڪيائين ٻاهر
لوٽو هٿي سري آئي، ٻانهن ۾ ڇڪيو مانس ته زور لڳائڻ
لڳي، نيٺ ڇڪي ٻاڪر ۾ ويو مانس ڳلن تي چپ رکيم ته
اکيون ٻورجي ويس- منهنجي بدن مان ڄڻ لهر ڊوڙي
ويئي- پوءِ ٻئي پيار جي پالوٽ ۾ لڙهي وياسين- سندس
ٻاکر ۾ سوڙهو ٿي ويو- چپن تي چپ آيا ته ساهه تيز ٿي
ويا ڳلن تي لالاڻ تري آئي- حياتيءَ جا تمام حسين
پل پانيم ته سدائين لاءِ قيد ڪري ڇڏيان اهي پل-
اوچتو هوش آيس ڇرڪ ڀري اٿي پوتي مٿي تان ورائي
سڌي ٿي بيٺي- پيتاهه جو پڙلاءُ منهن تان وري ويس-
هيسيل هرڻي ٿي پيئي- ٻاهر نڪري دلجاءِ ڪري
ته موٽي منهن تي مرڪ موٽي آيس-

"الله جو سونهن تون مارائي وجهندين- ڪير ڏسي
وجهي ته ڪل ٽڪو نه ڪري"

"ڀلا تئي ٻڌئي- پيار ڪواڪ جي ماکي ته ڪانهي؟

وري ڪو امان کو ڏوهه ته ڪونه ٿا ڪريون- پوءِ ايڏيون وڏيون سڏون ڇو ٿي رکين؟ ٻڇين ٿي؟"

"نه نه قرآن موت جو حرام ٻپ آهي- پر وڇارا مائٽ- عزت جهڙي ڳالهه آهي- ڪير متن آڱر نه ڪڻي ته سٺو."

"پوءِ تنهنجي ڇا مرضي آهي؟ هميشه لاءِ مائٽن جي ڪري وڃڙي وڃون؟ نه توتي ٽڪو اچي نه مون تي ڪڻي پاڳ تنهنجو ساجن توسان منهنجو ساجن مون سان)

"تون پلا اهڙو ڪڙو ڇو ٿو ڳالهائين؟ بس مون کان رهيو نه ٿو ٿئي پاڻ کي جهليان به ٿي بدنامي کان مائٽن جي ڏپ کان، پر پاڻ کي جهلي نٿي سگهان تون ئي ٻڌاءِ ڇا ڪريان؟"

"ڇا ڪندين؟ جيئن دنيا ۾ ٿيندو آهي تيئن ڪر يا آئون امان وارن کي موڪليان ته اچي پڇيءَ جن سان ڳالهائين جيئن لائق لڳو ٿيندو آهي- هميشه لاءِ هڪ ٿي وڃون"

"نه نه خبردار امان، ادا جانو وارن کي ان ڳالهه جو واءُ به نه لڳي- هو قيامين ڪونه ڪندا ائين- چاچا وارن جو وير ڪهڙو آهي؟ ڏارين مان ادا شادي ڪئي، مون کي قيامن ٻئي هنڌ ڏيڻ ڪونه ڏيندا- اڃان ادا ننڍو وينو آهي ادا جو خيال آهي ته چاچا وارن کي پرچائجي پوءِ به پنهنجا آهن"

"پوءِ جيڪو تنهنجو حڪم، ڪريون يارو ياري يا

مائٽ مٺا ڪر يا مون کي! ۽ ته ڪا واھ ئي ڪانھي!
نه ته پوءِ سڄي ڄمار پيا لوڙيندا سين. تو کي ڏيئي ڇڏيندا
تنھنجي مٽي ڦريل سوٽ کي نڪو ڏسون نڪو واسون"
"نون وائي ته نه ڪر- مون سان ته ڳـدري ۽
ڪانيءَ وارو ڪم آھي- ھاڻ وس وارو آھين مارين يا
جيارين"
"آئون ته ھر ڳالھه ۾ توسان ٻڌل آھيان- سڀتان
سڄڻين شھري ڇورو ڳشا ٿو ھٿي پر تازي ھڪ ھٿ
سان ڪانہ وڃندي"
"تون ته ڏڪ ۾ ٽوٽا ڳالھه ڇنيو ڇڏين جھڙو
ڪا مڙيئي ڳالھه ھجي سور ٻنھي لاءِ آھن. يڪدم پاڻ
تان لاھيو ٻيھو رھين- آئون ٻه انسان آھيان ڪو ڳس
ڪو پنڌ يا رڳو ابتي نازيو ٻيٺو آھين"
"سنگھار پاڻ اھڙي پيچري تي بيٺا آھيون جتي
ڇوڏاري اونداھي آھي- ڪا لات پرندي ته تڏھن جڏھن
پاڻ ٻئي ھمٿ ڪريون"
"تڪڙ ڇڏ ترس ڪو سٽائو واءُ وري"
"تو خوابن تي ڀاڙيو آھي- اھا بزدلي آھي ٻڍڙا ۽
سست ماٺھو خواب ڏسندا آھن- منھنجو انھن ڳالھين ۾
پروسوئي ڪونھي پاڻ ڪجھه نه ڪنداسين ته سٽائو
واءُ ورندو ئي ڪونہ- رڳو ھٿ مھٽيندا رھجي وينداسين"
"ڇڱو ٻڪ ٻند ڪر- وائي نه ڪر" منھنجي
ڳنيپرتا ڳاري وڌس ڳچي ۾ ٻانھون وجھي چوڻ لڳي

"پاڻ کي هلاڪ ٿو ڪرين، جيڪو ڏيندو ڏئو ويندو.
پر جيڪي گهڙيون گڏ آهيون سي ته ڪلي گهاريون"
منهن ۾ ڏنم. پنل اکيون اگهڻ لڳيون. مون کان
رهيو نه ٿيو "سنگهار پاڻ جدا ڪيئن رهي سگهندا سين،؟
اهيو سوچي ليچي ٿو پوان، اندر ۾ وڍ ٿا پون" پاڻ
ڳچيءَ ۾ ٻانهون وجهي سڏڪڻ لڳيون، صدين جيڏا
پل لنگهي ويا. درد جو ساڳ دلين جي ميلاپ مان
محسوس ڪرڻ لڳاسين. ساڳيو ڪري ۽ پيڙا ٻنهي
جي رڳن ۾ ڊوڙي رهيو هو. جڏهن هوش سنڀاليوسين
چيم "سپاٽي آئون هليو ويندس ڳوٺ"
"روئڻهارڪي ٿي پيئي" اڄان ڏينهن ۾ رهي پئو"
"تون دل نه لاهي، آئون وري ايندس پيو، همت
ڪر اهي لاڙها چاڙها ته آهن، هتي جو آهو ڪڻ ته پيو
بندوبست آئون ٿو ڪريان ۾ ٿي ڏينهن مائٽ گوڙ شور
ڪندا پوءِ سڀ ٺيڪ ٿي ويندو"
"اوهين مڙد آهيو. اسان زالن جي دل ڪان پڇي
ڏس ته آخر نتيجو ڪهڙو نڪرندو؟. ٿوپي جي ڪتي
وارو ڪم آهي ڇگو اسان اڇڻ واري هوندي آئون ٻاهر
ٿي ويهان تون آرام ڪر"
منهنجي ذهن تي سنگهار جي گهر کي ڏنل مڙسان ٿار
لوڙهو تري آيو.
جنهن ۾ اڪيلي سنگهار حياتي جا ڏينهن گهاري
ٿي. هيءَ آهي سنڌي عورت جي حياتي. مارئي جهڙو

قيد، بند، زور زبردستي، بنا جوڙ جيس شادي نوجوان
ناري کي ڏهن پٽ جيڏي گهوٽ سان پرڻيو وڃي،
ڪا وري ڏاڏي جيڏي پوڙهي ڪُک جي ونهي ٿي حياتي
جو زهر اوتيندي رهندي- جي ڪو جوڙ جيس گهوٽ
مليو ته ريتن رسمن جي وبا ۾ ڪهاڙي پيو ڪڏائيندو
هيڏانهن نه ڏس، هوڏانهن نه ڏس، اُرهـ پرڪ، ڏاڙهين
ماڻهوءَ جي منهن نه پئو. زور سان نه کـل، مائٽن
نه وڃ"

پئي ڏينهن جانـو سان گـڏجي نڪتس- پئي کان
موڪلائيندي ڏٺم ته سنگهار پٽ آڏي ٿيو پنل نيڻن سان
الله واهي پئي ڪئي- مون منهن ڦيرائي ڇڏيو ۽ ڳوٺ
روانو ٿيس.

پوءِ ساڳيو زندگي جي وهنوار سان ڇهتل هئس ڪنهن
مهل دل کي ست ايندي هئي- خيالن جي اسڪرين
تي سنگهار آيري ايندي هئي، سندس ساروٽيون ساري
لڙڪ لڙي ايندا هئا، ڪئين وسوسا ۽ وهم وڪوڙي
ويندا هئا. حال به ڪنهن سان اورجن- سنگهار به روايتي
سنڌي عورت وانگر پاڳ سياڳ تي پاڙي ويئي- مونکي
هر ڏينهن ورهين جو پاسڻ لڳو- لٽل منهن ڏسي مائٽن
کي به گهٽتي اچي ورايو ڇاڇا پر ۾ ويهاري چيو "لکير
پٽ سر ۾ ڪونه آهين! جيڪا به ڳالهه هجي ڇئي
ڏيندو وڃ- پلا منهنجو تو ڪانسواءِ آهي به ڪير بابلا
ين شادين سان به پٽ نه ٿيو- اهي نياڻيون آهن سي

تہ ھونئن زنانو لڏو باقي انڌن اڳيان لٺ ٿون ٿي تہ آھين، پر ڪوبہ مسئلو ھجي تہ چئي ڏيندو وڃ آئون چالاڪ وينو آھيان ڪنھن بہ ڳالھہ جو خيال نہ ڪجان پر يار منھن تي مرڪ آڻي ملندو وڃ"

امان بہ چنبڙي پئي "بابلا توکي کھڙو تہ ڏک آھي، رب سڀ ڪجھہ ڏنو آھي چاچو ويچارو بہ تولاءِ پريشان آھي. تون نہ لڪ ڦٽائين تہ بہ تـو کي ڪير ڪونہ چوندو"

مون سڀني کي سمجھائڻ جي ڪـوشش ڪئي تـہ آئون بلڪل ٺيڪ آھيان، ايتري ۾ نتيجو بـہ نڪتو، وڃي ڪاليج پہڙا ٿياسين- ھاسٽل ۾ دوست بہ شڪايتون ڪرڻ لڳا تہ "لڪمير تو جھڙو ڪل پو ڳپ وارو ماڻھو ايڏو آداس؟"

انھيءَ گھاٽي مان لنگھندي مھينو گذري ويو ڳوٺ آيس، امان ڳالھين جون ڳوٺيون پري اچي وينئي، دنيا جھان تان ڦرندي آئي "پر ٻي ڳالھہ ٻـڌئي پڦئين ؟ جانو آيا ھنا- تولاءِ ڏاڍو پڇيائون"

"آئون خوف جي وير ۾ لڙھڻ لڳس "سو ڪيئن؟؟"

"ٿنڊي سوڙين جي شادي جي دعوت ڏيڻ آيا، پنھنجا پاڻ ۾ ٺھي ويا. سنگھار جـو سـگ چاچھينس جن کي ڏنائون ٿنڊي پاڻ لاءِ پدو ملين ڪير ڪنہ ٿي ويا ايندڙ جمعي رات شادي آھي پر توکي وجھو ھوندو"

ڀڳھر مان شمر ٿي ويس، دل ڪرڙي جو ميدان ٿي

پيئي، اکين ۾ دوزخ ٻري پيو، اندران اندر ڀسم ٿي ويس، امان ڀنڀٽ ڀڙڪائي ھلي ويئي— ٽس نس ۾ سرنگ ڀريل ھئي، سنگھار اڄان ٻه آس آٿئي ڀاڳ سڀاڳ ٿيڻ جي، تو پيار کي مائٽن جي مدي خارج ڪوڙي ڀرم تي قربان ڪيو، تو پنھنجي پيار جي نڙي تي ننھن ڏيئي ڪوڙي ڀرم کي برقرار رکيو.“

امان اڇي ڏونڏاڙيو ”ھل پٽ تڙ ڪر ته پوءِ ڪچھري ڪريون ٿا“ پل پل سوڙن جو سامان ڪٺي آيو ھو. من جو محل ڊھي دڙو ٿي پيو، گونگيون دانھون، گونگا لڙڪ وھي اکين ۾ ڄمي ٿي ويا.

موٽي ڪاليج آيس، يادن جا پنڇي پر سوري آيا. تصور جي پکي پر ھنيا— ھيٺئون وڃي ھت رسيو. سپنن جي سنسار ۾ سنگھار ڏيکائي ڏني— گھر جي ڪنڊ ۾ اکيون ٻڌيو ويٺي آھي. آلئي مان ۾ ماڻڪون ھر ايندڙ ويندڙ ڏانھن اتاوليون ٿي ڏسن ٿيون. ڪنھن جي اوسيئڙي ۾ آھن. سندس پيرن ۾ ڪوڙي اڄ جو لوھه جڙيل آھي. ريتن جا رکوالا ڪھاڙيون کڻيو بيٺا آھن. رسمن جا رسا چوڌاري ويڙھيل اٿس. چرڻ ڪان چٽ آھي بدن تي نيھرن جا ڊٻا آھن، اپاڻڪيون اکيون اوسيئڙي ۾ آڙڪي آڙڪي نت ٿي پيون آھن.“

پر آئون ھاڻي ڪيس وساري ڇڏيندس. سنھنجي ڳالھه ٻڇي ھا ته.... ھوءَ بزدل آھي، بي حس آھي، گوشت جو ڳڏو آھي. پلي ڳجھون پٽيندس. تڙ پندي ليڇندي پر

ڪيندي ڪانه- ريتن رسمن جي آگ ۾ پاڻ سان گڏ
سون کي به ٻاري ڇڏيندي، رک ڪري ڇڏيندي"
ٻه ڪئين راتيون ڏينهن ڏنب ڏيئي لنگهي ويا.
لڇندي تڙپندي، دل تي مدد خان وارا گهوڙا ڊوڙي ويندا
هئا ۽ سورن سهڻ جو عادي ٿي ويس پر پل پهر به
سنگهار کي وساري نه سگهيس.

هڪ ڏينهن چاچا گهرائي چيو "پٽ منهنجي نياڻي
به لائق وڏي آهي اهيا ڳالهه ڍڪي ڪانه ٿي- گهر جي
ڳالهه آهي بار لاهڻو آهي تنهنجو ڇا خيال آهي؟"

آئون ڪو به جواب ڏيئي نه سگهيو هوس، جواب
ڏيڻ لاءِ رهيو ئي ڇا هو منهنجي ماٺ کي چاچي رضامندي
سمجهي تياريون شروع ڪيون.

شادي جي رات ڳوٺ جون مايون ساٺ سوڻ لاءِ
وٺي آيون، ائي گهوٽ کي پلاند ڪهڙي ڏيندي؟" امان
رڙ ڪري چيو "اي امان گهوٽ کي پلاند سندس سؤٽ
سنگهار ڏيندي، امان سنگهار هلي اچ پاءُ کي پلاند ڏئي"

سنگهار جي نالي منهنجي سرندي جون سڀ تارون
ڇڙي ڇڏيون- هن پوتي ورائي مون کي پلاند ڏنو،
ٻانهن ڪلهي تي رکي هاڻ لڳي- مون منهنجي وجود
کي ڏٺو، سندس سهاري اکيي وڌيس، گهر جي ٿلهي
تي منجيءَ تي ويهاري ٻهراڙي جون عورتون ريتن رسمن
جو بار لاهڻ لڳيون "اي مائيءَ تڪڙ ڪريو وري
ڪنوار کي ساٺ سوڻ ڪيا" سنگهار پلاند ڏيئي منهنجي

پر ۾ وينئي رهي- ڳچ سهرا مون لاءِ سورن جو سامان کڻي آيا. ”سنگهار ڪيڏو ويجهو هوندي به مون کان ڪيڏو نه ڏور آهي- تمام پري- ڇو ڀلا شاديءَ کان پوءِ پنهنجي پيارن کي چاهي نٿو سگهجي؟ مايون ساٽ سوڻ ڪري ڪنوار ڏانهن ۽ گهر ڏانهن وڃڻ لڳيون. امان هڪل ڪئي ”سنگهار پٽ تون گهوٽ وٽ ويهه ته اسين ڪنوار کان ٿي اچون. بابا گهوٽ کي اڪيلو ڇڏڻو ڪونهي- تون پاڻ وٽ وينئي هج“

۽ي اڪيلا رهجي وياسين- ماٺ جو مينهن وسندو رهيو- ٿڌيءَ سهاڳي ۾ ڏانهس ڏسڻ ڪنڌ کڻي هيٺ ڪيائين، ڪجهه لاءِ، ڇوڻ لاءِ ڪو لفظ نه ليي، زبان ۾ ست ئي نه رهيو هو.

”سنگهار.... توکي موڪل ڪيئن ملي اچڻ جي؟“

اوچنگار گهٽيندي ”امان.... ويچاري ليلاڙات ڪري موڪل وٺي ڏني- پر منهن وريا پيا هئن“

”ڀلا تون خوش ته آهين نه؟ مڙس توسان ڪيئن ٿو هلي؟- توسان وڙهي ته ڪونه ٿو؟“

”تون اڄان به رهين ڪونه ٿو؟ مون هر پل مرندي جيئندي گذاريو آهي- آئون جيئري ڪٺي آهيان- پر توکي ٽوڪ جو ٻڙڇيون ٻچائيندي ڪيس ڪونه ٿو ٿئي- رحم ڪونه ٿو پوي؟ مون ۾ هاڻ رهيو ئي ڇا آهي؟ سمورو ست ساري چاهيم ته توکي گهوٽ ٿيندو ڏسي سگهان“

”نه سنگهار نه تون هر ڳالهه ڪي ڏوڪ نه سمجهه. بس ڇڏ انهن ڳالهين کي وساري ڇڏ سڀ ڪجهه. وساري ڇڏ. هاڻ پوئين گهڙين خواب سمجهي وساري ڇڏ نه ته يادن جي ڏڀڻ ٻنهي کي ڳيهي ويندي. ڳڙڪائي ويندي. حياتي جا باقي پل اجنبي ٿي گهاريندين نه ته....“

”نه ته ڇا؟ اهي ڳالهيون وسارڻ جون آهن؟ تون ڀلا وساري سگهيو آهين؟ جو مونکي ٿو چئين؟ بس آس هئي توکي هڪ ڀيرو ڏسڻ جي. هاڻ مونکي ڪجهه نه کپي. جيئڻ جي ڪا سڌ ڪانهي. آئون تنهنجي ڏوهي آهيان. مون توکي ڏکويو آهي“

”نه ته ائين ناهي سنگهار رڳو پاڻ سان ٿيو آهي ڇا؟ هتي ائين ٿيندو رهندو آهي. ڪيئين جوانيون روز تڙپي تڙپي تڳنديون آهن. رسمن جي رڇن ۾ لڇنديون آهن. ريتن جي رڻن ۾ رولي وينديون آهن. سندن سونهن سڙي ڪاسي ويندي آهي. پساه پورا ٿيڻ تائين احساس جو قتلام ٿيندو رهندو آهي پر ڇڏ انهن ڳالهين کي ڀلا ٻڌاءِ اولاد ڪهڙو ٿيئي“

”هڪڙو پٽ آهي سوني جيئڻ جو جيئدان آهي. وڏي آئي آهيانس هينئر سمهي پيو آهي“

”سنگهار انجام ڪر ته تون هر انجام کي نه ٽوڙيندين؟. بس آخري وچن ڪري ڇڏ ته تون پنهنجي اولاد جي نس نس ۾ پنهنجي پيار جي ٻلاند وڻ لاءِ ڪڏين ريتن

رسمن ـ مدي خارج لاڙن خـلاف بغاوت جو پارڻ پاري
ڇڏجان ـ سندن جذبن ۽ احساسن کي پرائي گندي سماج
دوزخ جي جيرن ۾ چرڪڻ نه ڏجان جيئن وڏي هوندي
هو اسان وانگر ليڇي ليڇي حياتي نه گهارين ـ اهيو اسانتي
فرض آهي ته اسان ايندڙ نسلن کي بچائي وٺون ـ"

"مونکي اهـي سـڀ ڳالهيون سمجهه ۾ ته نه ٿيون
اچن پر آئون......"

دهلن ۽ شرنائين جي ڌوم ۾ مونکي ڇني ڏانهن وٺي
هلڻ لڳا ـ

صبح جو لائڻ مهل هوءَ ڪنوار جي پـر ۾ ويٺي
هئي ـ مون سهرن جي لڙين مان ليئو پائي ڏٺو ته سندس
منهن جيڪو سدائين ٻهڪندو پيو هـو تنهن تي هيڊ
هاريل هئي. جتي ملهار جـي مند ٻکندي هئي ـ قطري
لالاڻ ٻکندي هئي پر اڄ مياڻيءَ جو ميدان هو جو ڪنهن
ڌارين لشڪر لتاڙيو هجي. مون نيڻ جهڪائي ڇڏيا ـ

ٻئي ڏينهن سيـني چاچين موڪلايو ـ اسٽيشن تـي
موڪلائڻ مهل گاڏي اچي بيٺي سـڀ چڙهي ويٺا سنگهار
دريءَ تان اجرڪ اوري اچي ويٺي، ٻڍي مونکي سڏي
نرڙ تي چمي ڏني ۽ دعائون ڪرڻ لڳي. ڏٺم سنگهار
جي اکين ۾ ڳوڙها هئا ننڍڙو پارڙو ڪڇ ۾ هئس ـ

اجرڪ جو پلاند ورائي اکيون اگهيائين. گاڏي ڇٽي
منهنجو روح به گاڏي سان گڏ رڙهڻ لڳو ـ جيئن گاڏي

پري ٽيندي ويئي ارواھہ اوڏانھن تائين لڳو. گڏي پري
ٽيندي ويئي. تمام پري ھلي ويئي. ڪوھين ڏور پر ڪو
پيڙا جو پڙلاءُ ھميشھ لاءِ چلندي ويئي.

تتل ڏينهن - لڪ جا جهولا منهن تي ڪوسيون لپاٽون پيا هڻن - بس اسٽاپ تي ويهڻ جي جاءِ ڪانهي - انتظار ۾ آهن ننڍا ٻار، پوڙها پوڙهيون توڙي جوان. اهڙيءَ تتهڻ آس ۾ بس جو انتظار - منٽ به سال برابر - بس جا راڻي وارا ماڻان، مسافر مٿي موصل مثل راڻي جي راهه ۾ اکيون اٽڪايو ويٺا آهن. ٻهراڙي جي مسڪين ماڻهن لاءِ بسون به مسڪين.

مسافر شهر جو ڪم ڪار لاهيو، ٻارن ٻچن لاءِ شيءِ ٽول وٺيو ويٺا آهن پر بس! مجال آهي جو منهن ڪيڏي. شهر ۾ سڪ به ڪيئن ايندو. ڪيسي ۾ پورا سورا ڏوڪڙ، سي پيڙي تماڪ ڪري چڏيائون. شهر ۾ رڪيل قسمين قسمين شين کي مسرت ڀريل نيڻن سان ڏسيو دل ۾ ڪيئي خيال پيدا ٿيو پون. ڪو چڱو ڪپڙو ڏسي ٻوڻائي جي دل ٺڪري ويندي، منهنجي دريا خان کي ڏاڍو ڏهندو."

ڪو رنگين چولو ڏسي "هي منهنجي موصل لاءِ نه وٺي وڃان" ڪو رانديڪو ڏسي "الا ڏوڪڙ هجن ها ته رسونءَ لاءِ وٺان ها" پر ڪيسي جو حال ڏسي منهن ڦريو وڃين. هزارين حسرتن جو قتلام ڪريو، سوين خواهشن ۽ جذبن کي گهٽيو پريءَ بازار ۾ هٿين خالي ڳوٺ موٽن.

بس به پنهنجي سريلي ساز آواز سان ظاهر ٿي. وٺ وٺان، ڀيج ڊوڙ، جڳهه وارن لاءِ جاکوڙ زور وارا ويهو رهن،

هيٺا ڪلھا ھٽي پچن ٿي مس ته سيٽون ڦل. رش جو ويل، ٻڪر ٻوسات، سفيد پوشي سبب مون کي عزت سان اسٽاف سيٽ ملي. ڦاٽل ڪپڙن وارا هيسل گهوري ڏسڻ لڳا. ڪو وڌيو ٿي ته ڊرائيور جي دڙڪي سان موٽيو پي ويو.

"اڙي پٺاڻ جٽ جا پٽ، سڀي بس ڇڏي اسٽاف سيٽ تي ٿا مرو. عورتن جو ته خيال ڪريو. وڃي پٺيان مرو".

"اڇرن ڪپڙن وارن کان عورتن کي پرهيز باقي مون لاءِ ڪو حجاب نه، جي مون کي اڇا ڪپڙا نه هجن ته حالت ساڳي ٿي هجي ها. اندر بس ۾ هل، جڳهين تان جهيڙو. جٽ سڀي عمر اتي ويھٺو آهي. اسان ڪجهه دير جي سفر لاءِ سڀ ليڪا لتاڙي وڃون. عورتن ۽ مردن ۾ جدا پٽ لڳي پيئي آهي. اڌڙوٽ عورت ٻار ڪڇ ۾ ڪري اچي ٽول باڪس تي ويهي رهي. ڦاٽل ڪنجرو، منهن ڏرا ڏنل، سوسيءَ جي سٿڻ کي مختلف ڇتيون لڳل، مٿي تي اڇي رنگ جي ميري گندي پاٽل ٻار ۾ اڪيون ڪتل جو ستو پيو آهي. ماءُ جون اکيون سندس هٿيڻ جي هنڪي ۾. هيٺ جهڪي ڳولڻ لڳي. اوچتو منهن جو پنو ٿي لهي ويس. نيڻن مان نير وهي هليا. سڏڪا ڀري ٻار کي ڇاتيءَ سان لائي ڇڏيائين. سندس ڏکائتي ڪيفيت مون کي به بيچين ڪري وڌو. پڇانس ڪهڙي ويڌن آهيس آءٌ ڪهڙي مدد ڪري ٿو

سگهانس.... ها ضرور پڇندس"

"امان جيجي ڇا آهي؟ ڇو پريشان آهين؟"

مون سان ڳالهائڻ ۾ هٻڪ پيئي محسوس ڪري. آخر ڏارڻين ماڻهو سان ڪيئن حال اوري. مون کان وري به رهيو نه ٿيو.

"جيجي تون ٻڌاءِ ته سهي ڪهڙي تڪليف اٿيئي"

"ڪانئس ڊڪ نڪري ويئي "ادا مون مٿي سان ويل ٿي وئو....

ٻچو بيمار ٿي پيو. پورو مهينو ٿيندو اوليا پير سڀ پيٽيم نفعو ڪونه ٿيو. هجيس پيءُ جيئرو ته آئون هيئن لڪن نه لڳان..... اڄ پاڙي مان چار ڏوڪڙ اڌاري ڏاڪٽر وٽ ڪٺي آيس. پر ڏاڪٽرن کي ڪپن ڪٻُ، مڙي هي دوا ڏنائين. ٻنجي ڊلسي هئي. ڪو پير لڳي وبس. منهنجي ٻچي جي دوا سڀ هارجي ويئي، ۽ وري به ملڪن ۾ شروع....

بس به هلڻ واري هئي. مون کان رڙ نڪتي "استاد ٻه منٽ ترس" منهنجي سفيد پوشي بريڪ جو ڪم ڪيو.

"مائي اها شيشي مونکي ڏي ڪهڙي ڊاڪٽر کان دوا ورتي اٿيئي."

"اهو سامهون آهي."

ڊاڪٽر جو بورڊ سامهون ڏسڻ ۾ پئي آيو. نمبر ڏيکاري دوا وٺي موٽيس. مائي جون اکيون شيشي جون منتظر هيون. دوا هٿ ۾ ايندي مٿهن تان ويا ڪلتا اڏامي ويئي.

جڻ ٻار جو ٻساهه ٿي ان شيشيءَ ۾ آهي.

هيءُ پڪڙيل مڪسچر، هن معصوم جي رت، جو بيماري نپوڙي ڪڍي ڇڏيو آهي، سو ٿي شيشي ۾ آيو ته ماءُ جي ماستا جو درياءُ ڇوليون هڻڻ لڳو.

مونکي سوچن جا سياهي سورن جون سنگينون ڪٽي ڦري آيا آهن- هڪ سوال آهي جو ڀالي وانگر دل ۾ ٽنبيل آهي.

”ڇا هي معمولي مڪسچر هن معصوم جو مڪمل علاج آهي؟“

سوچ جا سلسلا وڌندا ويا. بس جي ڦيٿن سان منهنجو دماغ به ڦري پيو.

# اسين لوچيون لوهه ۾

آڌيءَ ويلي رات جي سانت ۾ زنجيرن جي سنگم تي
منهنجي اک کلي پئي- سياري جي رات اونداهين ڪوٺين ۾
اتر واءُ گهميو ڦريو شيخن مان گهوگهٽ ڪندو اچي.
هو هر رات ائين جاڳيي پرندو آهي پوءِ شيخن کي
جهلي ڪلاڪن جا ڪلاڪ ويٺو هوندو آهي- اونداهي
رات ۾ سنڌس منهن تي لڙي آيل تاثر ڏسي نه
سگهندو آهيان.

مونکي سنڌس ايترو بيهڻ عجيب لڳندو آهي- سائس
گڏ بند ٿيندي ويهارو ڏينهن ٿيا آهن- هن کي ڪڏهن
به مايوس نه ڏٺو اٿم.

مونکي هن سان هڪ قسم جو پيار ٿي ويو آهي- اڄ به
هو ٻڙيون چڙڪائي ويٺو ته منهنجي ننڊ اڏامي ويئي-
سنڌس پهرئين ڏينهن وارو حال اکين اڳيان تري آيم.
جڏهن ڪان مونکي هن ڪوليءَ ۾ اڪيلو بند ڪيو
ويو هو ته اپاڻڪو ٿي پيو هوس- سڏون ڪندو هوس
ته ڪو ساٿي اچي ٿئي- اڪيلائي ۾ قيد جون پيڙيون
ڪاٺ ايندڙيون آهن. منهنجي دعا اگهي جو ڪوليءَ
جو در کليو ۽ ڪاٺ جا ماڻهو ڪيس ڌڪو ڪري هليا ويا.
جانچي ڏٺم جاڻو جوان لڳو پيو هو پر ساري
ڪانه هيس ته سنڌ سنڌ چور هئس- هوش ۾ نه هو.
سڏو ڪري ليٽايو مانس ته ڌانهن نڪري ويس- پر پيان

بيٺل سپاهي کي سڏيم، لڄ اچي ويس ڪجهه دير ۾ ڳاڙهي دوا، ٽڪيون ۽ ڪپهه ڪٺي آيو.

مون رت صاف ڪري ڪپهه کي دوا ماں ٻوڙي ٻها ڏاهي ڦٽن تي رکيس. مٿي مان رت اچان به وهي رهيو هوس. بدن جي جنهن به حصي تي هٿ ٿي لڳس ته دانهون نڪريو وڃيس. آڌي ڌاري ڏٺم ته تپ جي باهه ٻري ويئي هيس. ساهه ۾ سوڙهه ۽ مونجهه ڏاڍي هيس. ساري رات جاڳي گذاريم. اسر ويل اکر اڪليس ”پاڻي“ مون ٽڪي سندس وات ۾ وجهي گلاس وات تي رکيس ته ڍڪ ڍڪ ڪري پاڻي لاٿائين.

صبح ٿيو جانچي ڏٺم ته سڄو بدن ساڙو ٿي پيو هئس نيرا ٻن ڪل تي چٽا ٿي بيهي رهيا هئس.

پوءِ جڏهن تپ هلڪو ٿيس ته پنهنجي منهن ٻڙڪڻ لڳو. ڪجهه لفظ سمجهه ۾ ته آيا ٿي ”ملوڪلون تون ڪٿي آهين؟........ ”وري“ امان تون روُ .... نه .... ڏس آئون جلد سونهي ايندس، مارٿي جي پارت اٿو .......... سارنگ .... سارنگ!“ ۽ وري به ساڙو ٿي ويو ٿي سندس آواز. آئون پريشان ٿي ويس. نئين آيل ولائتي سپاهي کي سڏيم ته جونءِ به نه سريس.

سج چڙهي آيو گهوڙا ڪيم ته جيل جو ڊاڪٽر آيو. مٿي هنيائين ۽ ٽي ٽڪيون ڏيئي هليو ويو. ڊاڪٽر جي چوڻ جي باوجود سندس بدن تان لوهه نه لاٿا ويا.

پوءِ جڏهن هوش ۾ آيو ته هٿن پيرن ۾ پيل ڪڙيون

ڇڏڪيون تہ سرڪي پيو. سرڪ جنھن ۾ ڪئين افسانا هئا، ڪئين داستان هئا.

آهستي آهستي سندس ظاهري قوت ڇڏڻ لڳا. من اندر جا سور اوريا سين، مون ڪيس پھرين ئي پرکي ڇڏيو هو تہ، هو مڙيئي ماڻهو ڪونهي، سندس هر ادا ۾ ڪو جادو هو جو هئي جي دل سندس حوالي ٿي وڃي.

چيو ماڻس ”علي تون ڪو لچو لوفر بہ ڪونہ آهين نہ چور ڌاڙيل پوءِ توکي ايڏا گهاءَ ڏنا ائين“.

”ها ڳالهہ ناهي هتي هر ڪو پنهنجي بقا جي جنگ پيو وڙهي ڪانئر پنهنجي وجود بچائڻ لاءِ سچ ۽ حق جي پانڌيئڙن جا ويري ٿي پوندا آهن، هو پنهنجي اڏوهي ڪـاڏل سماجي ڍانچي ڪي ٽيڪا ڏيـڻ جي ڪوشش ڪندا آهن ۽ اسان جي قومي وجود جي بقا ان ۾ آهي تہ ڪوڙ جي ڪوٽ جي سرسر سان نہ ملي، هي ڌرتي وارا آجا ۽ آسودا تڏهن ٿيندا، جڏهن اسان جي پونءِ تان، ڌارين لٽيرن ۽ سندن دلالن جون دادا گيريون ختم ٿين. اسان ڏکويل ۽ ستايل. لطيف جي نگريءَ جا واسي پنهنجي آزادي ۽ چوڻڪاري جي ڳالهہ ڪنداسين تہ هو ضرور بهرحال ۽ اسان سان پيو ڀلا ڪهڙو سلوڪ ڪندا.“

”ڀلا ڏي خبر بنديخاني وارن بہ آڌر ڀاءُ چڱي ڪئي؟“

”ها سندن وارو آهي. اندر گهڙندي ئي چڙهي ويا. ڏنڊا لپاٽون، مڪون بس جيڪو وس ۾ هو سو ڪيائون. هر دوست تي ڏهہ ڏهہ ڄڻا وار ڪري رهيا هئا. اسان

کي هڪ ڀيري ڪان ڊار ڪري ڇڏيائون پوءِ هر ڪنهن سان ڇا وهيو واپريو اهيا سڀ ٿي ڪانهي، مٺا يــا ٻچڙا وڃي ڪٿي اڇلايائون"

"پلا گهڻا يار آهيو پاڻ ۾؟"

"انهي ڳالهه کي ڇڏ- ملڪ منصور آهي- اهي نار وارا لوڌا آهن- قصو پيو هلندو- سات سلامت رهي- دودي جي ديس ۾ مڙسن جو ڪال نه پوندو- ۽ گهڻو وقت ٻات اونداهي ۾ نه رهندي- دريا خان جــوڻ مٽائيندو رهندو آهي- عنايت جي جهوڪ وسندي رهندي- ڪٿين سدد خان آيا ويا ڪين تاريخ ڳيهي ويئي- سنڌ موجود آهي- اهو فطري عمل رڪجڻ ممڪن ٿي ڪونهي"

"يار علي تون ٻه! پر ٻڌ اهو پنهنجي منهن الائجي سلوڪان، سارنگ، سارئي، ڪهڙا ڪهڙا نالا پئي ورتئي؟"

"الائجي مون کي سڏ نه هئي سارئي منهنجي پياري پائيجي آهي مون ڪيس ڏيءُ ڪري نپايدو آهي، مون تي اصل عاشق آهي- مون کان سواءِ سمهندي ڪونهي- آئون نه هوندس ته گهر وارن کي تپائي ڏيندي- گهر هوندس ته ڳچيءَ ۾ ٻانهون پيون هوندس.

هو ديوانگي جي عالم ۾ ڳالهيون ڪرڻ لڳو "سارنگ منهنجو سٽن مهينن جو ڄائيتيو آهي- اڙي تون ڪيس ڏسين ته حيران ٿي ويندين- مون کي ننڊ مان سار تڏهن ٿيندي آهي جو سارنگ ، ٿان ويهي وار پٽيندو آهي- مڇون ڇڪيندو- ڳلن تي چٽڪڙيون ٺڪيون هڻندو-

اک ڪلي ته سنڌس معصوم ڪلائڙ مٿي ڏسي هانءُ ڏري پوندو آهي— اڙي بابا آئون گهڻن پيار ڪندڙن جي وچ ۾ رهان ٿو، پر مون توکان ته پڇيو ئي ڪونه ته تون ڪيئن اچي هتي نڪتين؟"

"علي تنهنجون ڳالهيون ٻڌي مون کي وري پنهنجي ننڍپڻ جون يادون تازيون ٿي پيون آهن، مون ست سال بند ۾ گهاريا آهن- ڏاڍو هري ويو آهيان هن دنيا ۾ گم ٿي ويو هوس. پر تو وري مون کي ماضي ياد ڏياريو آهي، بس يار هڪ ڪتو ماري وڌم، ڇتو ڪتو منهنجي پياري ڀيڻ جو ست ميل ٻچائڻ لاءِ مارڻو پيم- بس ٺئي نال ڇوڙي ڇڏيم، پٺيءَ ته پورو ڪيوسانس پوءِ ڏاڙهي ٻه هتي جيل ۾ لاٿي اٿم هاڻي ته هري ويو آهيان- توکي خبر هجي ته ميٽرڪ سٺن نمبرن سان پاس ڪيم- جيڪڏهن ٻاهر هجان ها ته حياتيءَ جي تمنا به پوري ٿي چڪي هجي ها. هينئر ڊاڪٽر ٿي وڃان ها. بس ڪڏهن ماڻهو بيوس ٿي پوندو آهي نه ته يار مون رڳو قلم واهيو هو- ننڍي هوندي ٻارڙن جي ڪتابن ۾ ڪهاڻيون لکي ڇپائيندو هوس- جنهن ۾ پنهنجي مستقبل جا خواب ٻين تائين پهچائيندو هوس"

اهڙي طرح اهان جلد حال محرم ٿي وياسين، هن جي دل ۾ ديس سان محبت جا مٿ پر ڊيل هئا- سچ جي وات تي هلندڙ پانڌيئڙن سان گڏ هو، جذبا جوان هئس، مونکي منجهانس هڪ آسيس ملندي هئي- هر

رات جو سنڌس اهو اٺڻ ۽ اوسيئڙو مون کي ڏاڍو ڪٺڪندو هو.

مون اڄ به ڪيس ٻانهن ڪان جهلي اچي پر ۾ ويهاريو "ڀلا تون ايترو وقت ٻيهي ٻيهي ٿڪجين نٿو؟" ننڍ به ڪانئ ائيئي" "لطيف سرڪار پڙهيو اٿيئي. پوء ڏانگا ننڍ ڪيئن ڪندا؟

ننڍ نه هيريو نيڻ. اسانجي وات ڏي اڙانگهي آهي. سنگتين جا ڇا حال هوندا؟ مونکي قيد جي ڪابه پرواه ڪانهي اسان سوچي سمجهي وک کڻندا آهيون. پر اندر ۾ جيڪي چاڪ چڪن ٿا انهن جو ٻلو ڪيئن ٿئي؟ اهي ڦٽ ترت ڇٽڻ جا ناهن".

"ڀلا ايڏو اوسيئڙو ڪنهنجو اٿيئي؟ اها ملوڪان ملوڪان ڇا آهي؟"

سنڌس هٿ منهنجي هٿ ۾ جهلي ڇوٽ لڳو "ها آهي هڪ مستاني، جنهن جي ياد پالي وانگي ڪتل آهي جيءَ ۾، مون هن سان ڪيئي چانڊوڪيون ڪينجهر جي ڪنڌيءَ تي گذاريون آهن. آئون محسوس ڪريان ٿو تصور ۾ ٻه نيڻ آهن. جن لاء لطيف سائين هيئن چيو آهي.

سنئين نڪ سنهي لڪ، ڪجل ڀنل نيڻ،
سامونڊي مون سڻ آن ڪي لکيا.

ها ته اهي نيڻ منهنجي دل کي گهائي وجهندا آهن. هتي ته چنڊ به ڪونهي! تو چانڊوڪي ۾ ڪينجهر

ڏئي آهي ڪڏهن؟"

"ڪينجهز اهڙي حسين آهي ڇا؟"

"بس ڇا ٻڌايان، چنڊ چڙهي آيو تہ ڪينجهر
جرڪندي آهي تجلا ڏيندي آهي، آئون تہ اهو منظر
ڏسي ٻاڻ وڃائي ويهندو آهيان."

"تنهنجو شاعراڻو انداز آهي، ايڏو مزيدار جو دل
اچل ٿي ڪائي تہ وڃي اهي نظارا پسجن،"

"خبر اٿيئي چوندي آهي تون جادوگر آهين جڏهن
آئون ٻڳل هئس، لانگ بوٽ پئيان پيل هئا تہ هڪ رات ملي
سگهيا هئاسين- سندس لڙڪ سڪي ويا هئا، زبان بند
هيس- رڳو ڇاتيءَ ۾ منهن لڪائي سڏڪي رهي هئي.
سڏڪن منهنجو وجود ڏڪائي ڇڏيو هو. ڪيس دلداري
ڏئي هيم تہ آئون جلد موٽي ايندس تہ ڇڙي پئي هئي"
توکي کهڙا بار سٽي تي پيا آهن جو انهن خفن ۾ پيو
آهين. اوهين سڙد آهيو دل جا ڏاڍا جي وڇڙياسين، تہ مري
ويندين." مون ڇيو تہ ڇري توکي کهڙي خبر آهي تہ
مون کي اهڙو ڪم نہ ڪيو آهي جو توکي مهٽو لڳي،
تون اوچي ڳاٽ سان جڳ ۾ هلي سگهندئين مون ہ
ڪي وچن ڪيا آهن، ٻول ڪيا آهن جي ٻاڙٽا آهن،
سپنا آهن جي ساڀيان ٿيڻا آهن، جڏهن ڪاٻہ گهٽ
ٻوسٽ نہ هوندي، سک ۽ سرهاڻ هوندي، ٻاگيا پنهنجي
ٻونءَ جا والي ٻاڻ هوندا، تڏهن اسان جو نيهن نکور
ٿي پوندو ويتر جرڪي پوندو، تيستائين اوسيڙو ڪر تہ

آئون به جان ڇڏائي وٺان، روئڻ مان ڇا ورندو؟"

مون گهڻيون دلداريون ڏنس رڙيون ڪرڻ لڳي "پوءِ مون کي گولي هڻي ڇڏ، تو کان سواءِ جالي نه سگهنديس مري وينديس رڙي رڙي" ٻئي ڏينهن آئون ڪنيجي آيس ڪيس آخر ۾ چيو هوم ته "همت ڪر، اوسيئڙو ڪجان منهنجي اچڻ جو، اسان پوئنءَ کي پيئا ڏيڻ پنهنجو سڀاڳ سمجهون ٿا. پر ڪي جذبا ۽ احساس اهڙا آهن جن کي رڳو گهٽڻ وڏي دل گردي ۽ همت جو ڪم آهي، ان لاءِ وقت گهرجي، نيٺ وقت جو مرهم ڦٽ ڀري ڇڏيندو ۽ هري ويندا سين، هوئن منهنجي ماءُ عشق جي حد تائين پيار ڪندي آهي مون سان، هر ماءُ جو پيار جبلت آهي فطري عمل آهي پر اسان جي حصي ۾ دنيا جي مڙني مائرن ڪل پيار شامل آهي، هوءَ تہ خبر ناهي ڪهڙي حال ۾ هوندي؟ منهنجو وجود ڪيترن هنڌن تي ورهايل آهي، سارنگ جا پتڪڙا نيڻ مون لاءِ واجهائيندا هوندا. پيارا يار دوست، پر پوءِ به هڪ جذبو اهڙو آهي جو سيني تي حاوي آهي، هڪ احساس جو جيئڻ جو اتساهه پيدا ڪري ٿو، اهو سنگ جو اسان جي وڏڙن قربانيون ڏيئي قائم رکيو، دودن جي ديس ۾ رهي چنيسرن جا پير نہ ڪٽيا آهن. ڳاٽ اوچو ڪري جيئڻ اسان جو ايمان آهي"

"چنبو سپاڻي تون شنوائي تي ويندين؟"

ها سپاڻي چور قاضي هوندا ۽ پاڳيا ملزم، لانگ

ٻوڻي قانون، گنگ ٻرڙ ۾ ڪاٺ جا ماڻهو قائم واهيندا قائم جيڪي قسمتن جا فيصلا ڪندا، ڏک ۾ ٽوٽا، قانون ويچارو وردين جي ٻهري ۾ قيد هوندو"

"ٻئي ڏينهن شنوائي تان موٽيو هٿڪڙين ۽ ٻيڙين جي ڏف کي ڏئُم ته پريان ئي ڪلندو آيو، مون کي ڪ ٿي ته بچاءُ ٿي ويو.

"علي جاني ڏي خبر خير ٿيو؟"

"ها ٿوري ۾ جان ڇٽي!"

"ڇا ڀلا ڪهڙو فيصلو ٿيو"

"تو ڪان موڪلائڻ آيو آهيان، سچ وٺيو ٻيا وڃن سزا لڳي ويئي آهي موڪلائي ڪونهي"

"۽ ٻکين ٻنجي ويو "پر گهڻي سزا؟"

"بس جيڪا وس ۾ هين، اٺ سال ۽ سوائي ۾ پندرهن ڦٽڪا"

منهنجا طاق لڳي ويا، اکيون اکين ۾ ملايم ته ملائي نه سگهيس.

"ٻوء ڀلا؟"

"بس ويندا اهي ڏينهن به گذري ست سال ڪو وڏو عرصو ڪونهي، تون به ته مڙس هئين نه؟ هوئن ڪليل قيد ۾ آهيون ۽ هاڻي ڪٿي ان کي محدود سمجهنداسين اتي به وقت سجايو ڪنداسين، هن دنيا ۾ به ته آخر اسان جهڙا ماڻهو ٿا رهن. آئون ديس جي هوائن کي تنهنجا سلام ڏيندس اهي جڏهن مٿان لنگهنديون ته تون مون

ڪي پاڻ سان گڏ سمجهجان جڏهن بہ پاھر نڪرين تہ ملڻ جي ضرور ڪجان"

ڏٺم تہ اڇا ڪپڙا اڇي ٽوپي پائي هلڻ لڳو، لانگ بوٽن جي کھڙي ۽ زنجيرن جي سرگم تي، جنهن ۾ ڪوردم هو ڪا لئہ هئي.

پوئتي لڙنڌو هنياڻين، منهن تي مرڪ هيس جا سرير ۾ ست پيدا ڪري ٿي. ڪو پيغام لڳي ٿي، پيغام جنهن ۾ ساوڻ رت جو سڳند آهي.

بهارن جي خوشبوءِ آهي، ڪوئل جي ڪوڪ آهي پرهم ڦٽڻ جو پيغام.

# ڪينجهر ڪناري

"اڄ چنڊ جي ڪهڙي تاريخ آهي؟"

"چوڏهين"

"ڪينجهر تي هلون"

"هل ته هلون، ٽنگ ڏکهي ڪري اچون"

"تون اڄ نراس آهين؟"

"اهو پڇڻ به عجيب ٿو لڳي! توکي ته خبر هئڻ گهرجي؟"

"توکي نراس ڏسي ويساهه ٿيندو اٿم ته ڪڏهن ڪڏهن نراس ٿيڻ به فطري عمل آهي"

"پنهنجي پيل ۽ غلام سماج جي ماڻهن لاءِ نراسائي نئين ڳالهه ته ڪانهي!"

"پر ڏاها ماڻهو مايوس ٿيڻ، اهو خراب سوڻ آهي"

"ڪيڏا به ڏاها هجون پر آهيون ته ماڻهو نه؟"

"تون ڪڏهن ڪڏهن فرشتي ٿي ويندو آهين"

"نه ائين ڪونهي، وري پاڻ کي سنڀالڻ جي قوت به آهي مون ۾، پيو سڀاڻي تنهنجو هليو وڃڻ، بس الاهي گهڻا ڏينهن لڳن توکي، تو کان ڌار ٿيڻ سان ڏاڍي اڪيلائي محسوس ٿيندي آ"

"ائين نه سوچيو آهي، پاڻ هميشه لاءِ ڌار ته نه پيا ٿيون، هر هفتي ملنداسين"

"۽ وري هفتي کان پوءِ، هفتو وڏو وقت آهي"

"وقت جي دز ۾ ته وڏا جبل به لٽجي ويندا آهن

نيٺ هري ويندا سين"

"ماڻهو تمام ڏاڍو آهي پر پوءِ به دل ويچاري آهي"

"جدا ٿيڻ جو احساس، وڇوڙو اهي جذبا گهائي وجهندا آهن، پر زماني جي وڪ سان وڪ ملائڻي پوندي آهي"

"پڻ منهنجو هڪ دوست آهي، سندس ساٿي کان وڇڙڻ وقت ٻنهي هڪ ٻئي جا لڙڪ پيتا آهن"

"پر لڙڪ پيئڻ مان ڇا ورندو، اصل ڳالهه آهي اها ويل جڏهن اکين ۾ لڙڪ لڙي اچن ۽ پيلا ڳل پڇائي ڇڏين ان ويل حساس ماڻهو پري پوندو آهي"

"هن ساڳي جڳهه تي مون پنهنجي هڪ دوست کي پهريون ڀيرو لڙڪ لاڙيندي ڏٺو هو، هو ڪڏهن به نه رنو هو، پر جڏهن سامهون ڪينجهر جي جهوليءَ ۾ معصوم هستيءَ جو لاش ترندو ڏٺو هئائين ته سچو ڏري پيو هو، ۽ آئون سندس منهن ۾ ڏسي نه سگهيو هوس"

"اپگهات اڄ جو وڏو نفسياتي مسئلو آهي"

"آخر هي ماڻهو اپگهات کي ڇوٽڪارو ڇو ٿا سمجهن؟"

"مئي کان پوءِ ڪهڙو ڇوٽڪارو، حياتي سڀ کان وڏو سچ آهي، اها ئي نه رهي ته پوءِ ڇوٽڪارو ڇا جو؟"

"جتي پيار تي پهرا هجن، اتا ۽ آئون جو زمانو هجي آتي سماج جي ڪوڙهه ۾ ڪٿين پيار ڪندڙ دليون جلي رک ٿي ونديون آهن"

"سڌريل سماجن ۾ جتي هر قسم جي آزادي آهي، پيار تي پهرا نہ آهن. اتي اڳڪهات ڪل جهڙي ڳالهہ آهي"

"سڌريل سماج ۽ اسان ۾ وڏو فرق آهي"

"پيو تہ ڏهيو پر پڻتي پيل سماج ۾ پيار ڪرڻ معني ڏک سور درد پيڙا پولي ڪٽڻ پر سڌريل ۽ آزاد سماجن ۾ پيار خوشي، سرهائي. احساسن ۽ جذبن جي پالوت جو نالو آهي"

"چڱو پلا ڪو گيت ٻڌاءِ"

"ڪهڙو گيت ٻڌايانءِ؟"

"جيڪو توکي سٺو لڳي"

"پنهنجي وري ملڻ تائين جدائي جو گيت ٻڌايائين"

"وري بہ ساڳي ڳالهہ وڇڙڻ وري ملڻ وري وڇڙڻ، اهيو تہ زندگي جو وهنوار آهي"

"جدائي جي پل جو بہ ڪاٿو ڪرڻ محال آهي، خبر ٿئي تون ڏار هجين تہ ساهہ جون تندون اڻڪيو پون، من جي ويڻا جا سر ساهہ ڇنڊيو وڃن"

"چڱو ڪو گيت ٻڌاءِ وڇوڙي جي نانءُ ئي سهي"

"بهارن ۾ نہ مليا سين خزان ۾ هاڻ ملندا سين،
اکين ۾ عشقباري جي ڪٿي آلاڻ ملندا سين،
ڏکن جي هير ٿڏڙي ۾ ملي وڇڙي ويا هئاسين،
اتر جي اوت ۾ پيارا پڪ ڄاڻ ملندا سين.

"چپ چو تي وئين، سڄو ٻڌاءِ"

"بس ڪافي آهي، اسانجي نيڻن جا نير سڪي ويندا تہ پوءِ پئي پيري اکين ۾ آب ڪٿان ايندو؟"

"ڪلهه رسڻ جو سبب؟"

"ها رسبو به پرچڻ لاءِ ته آهي، رسڻ پرچڻ زندگيءَ جو وهنوار آهي"

"آئون ته توسان رسان ئي ڪونه"

"تو پهريون ڀيرو ڪوڙ ڳالهايو آ، اهيا ٻي ڳالهه آهي ته ڪاوڙ ڪائي وڃي آ، احساس ٿيڻ نه ڏيو آ"

"توسان رسڻ انتهائي چريائي آهي"

"آغا سليم هڪ هنڌ لکيو آهي ته (ماڻهو به عجيب آهي، پيار جو بکيو پر جيڪڏهن ڪو اڻ ميو پيار ڏئيس ته ان کي نه ليکيندو ۽ جيڪو نه ليکيس ان لاءِ پيو واجهائيندو)"

"مون لاءِ اهيو چوڻ بيواجبي آهي"

"مون محسوس ڪيو آهي ته اڄڪلهه مون کي وسارڻ تنهنجي عادت ٿي پيئي آهي"

"اهيو وهم آهي تنهنجي، زبان سان جتائڻ آئون ڪونه ڄاڻان.... باقي هڪ جملي ۾ پڌ منهنجي دل ۾ تنهنجي جڳهه ٻيو ڪوبه وٺي نه سگهندو"

"آئون ساڙو به ته ڪونه آهيان پر تنهنجي قدرت کان گهٽ ماڻهن اڳيان توکي نيچ ڏسڻ منهنجي وس ۾ ناهي"

"اهيو واضح ڪر"

"بس انهن اڳيان توتي حڪم هلندو ڏسي پچرندو آهيان خير تون استاد جو هو گيت پڙاءِ"

”مونکي ياد آهي، پر سچو نہ اڏ ٻڌائيو تو بہ اڏ ٻڌايو هو نہ.“

رس نہ مون ساڻ توکي چا چيم،
جي رسين تہ غير ساڻ نہ گھم،
جي گھمين تہ نہ گھم نہ مون اڳيان،
ساڻ تہ عرض ڪري تو ڇڏيان.

”پيار بہ عجيب شيءِ آهي.“

”پيار، خوشبو، پنهنجائپ ۽ مٺاس جو نالو آهي- اهڙن جذبن جو نالو آهي، جيڪي سونهن، امن، شانتي جي ترجماني ڪن ٿا.“

”پيار جا عجيب مثال آهن- هڪ بادشاهہ گندلي ميري مهاڻي جي محبت ۾ ڇٽ پٽن ساڻ هٿي مهاڻن کي منٿ ڪئي- ڪينجهر جي نماڻي نوري ۽ سنڌ جي بادشاهہ تماچي، زمين آسمان هڪ ڪري ويا- پيار ويچا وساري ڇڏيا- هو سرندي جي سرن تي راءِ ڏياچ سر گھوري ويٺو تہ وري سسئي سر جو سانگو لاهي پنهون لاءِ پهاڙن جا پنڌ ڪيا.“

”اتيئي انتها ٿي ويئي ڇا؟ لطيف ڪانپوءِ ڪابہ مارئي، ڪابہ سسئي، ڪابہ نوري پيدا نہ ٿي آهي ڇا؟“

”لطيف- سچل- سامي ۽ ٻيا ڪيئن شاعر ٿي تہ سڀ بٺيا انهن ڪردارن کي زنده ڪرڻ جو- لطيف نہ ڳائي ها تہ هيستائين مارئي جو نالو بہ ٻڌڻ ۾ نہ اچي ها- هونئن اڄ ڪيترائي نرالا ڪردار آهن جن کي ڳائڻ

لاءِ ڪنهن لطيف جي ضرورت آهي نہ تہ جمود حاوي ٿي ويندو."

"جمود تباهي آهي، تسلسل، چرپر زندگي جي علامت آهي. ان ڪري اسانجي تاريخي تسلسل کي بہ برقرار رکڻ گهرجن نہ تہ جمود ڳڙڪائي ويندو تاريخ کي".

"اڄ بہ ڪئين مثال آهن- هن جاءِ تي، اچان ڪالهوڙي ڪالهہ هڪ نوجوان ناري آ گانڌهي جو جوڙ جيس نہ ملڻ ڪري آپگهات ڪيو تہ سندس پياري ساهيڙي سنگ نباهيندي، پيار جو انوکو مثال قائم ڪندي ماٽس گڏ ڪينجهر حوالي ٿي ويئي- مورين ماڻهن ٻنهي ساهيڙين جا لاش ڪينجهر جي ڇولين ۾ چلندا ڏٺا ۽ ٻئي ٻڪين پيل هيون- ماٺ جو، ياري جو تمام نرالو مثال آهي پر اسان وٽ لطيف واري اک ناهي."

" پيار جو عجيب مثال آهي- پيار ۾ جنس جو قيد ناهي هڪ ناريءَ جو ٻيءَ ناريءَ سان پيار ۾ سر ڏيڻ چريائي جي حد تائين دليري آهي."

" پيار ۾ عمر جو، ست پيڍ جو ڪو قيد ناهي، سرمد شهيد ٺٽي جي هڪ ڇوڪر جي محبت ۾ منڍ جي ويو ۽ ديوانو ٿي پيو."

"ماڻهو جو من جتي اڙي پيو، ڪو ملڪيت ۽ مال سان پيار ٿو ڪري- ڪي ماڻهو پنهنجي ڌرتي سان عشق ڪندا آهن- اڄ بہ اسان وٽ ڪئين مثال ملندا-

ڌرتيءَ سان عشق دنيا جي ٻين عشقن کان مهانگو عشق آهي."

"ڌرتي ته عشق جو ڪل آهي- اسين ان عشق جا ننڍڙا جز آهيون جيڪي پاڻ ۾ پيار وسيلي هڪ ٿي سگهون ٿا."

"ڌرتي جي سونهن جو عظيم مثال اڪين اڳيان آهي."

"پاڻ چانڊوڪيون راتيون هتي گهاريون آهن، ڏس چانڊاڻ ڪينجهر تي چاندي وڇائي ڇڏي آهي، جنهن جا تجلا من جا سُر ڇيڙيو ڇڏين."

"ائين ته ناهي حسن جي اک ۾ آهي؟"

"نه آهو ڪنهن حد تائين ٺيڪ آهي پر حسن جي وجود کان انڪار نٿو ڪري سگهجي- ان حقيقت کان منهن موڙڻ چريائي آهي- پوءِ سڀ سڀڪو پائي اک اک جو ڦير آهي پرکڻ واريون اکيون هجن جي حسن جي پروڙ رکنديون هجن- ڪو ڪٺور دل ماڻهو شايد هن مانتيڪي ۽ سهڻي وايو منڊل ۾ بتال ٿي پئي- پر حساس نگاهون اهڙن منظرن لاءِ مانديون ٿينديون آهن، اهي نظارا پسڻ سڀاڳ سمجهنديون آهن."

"هاڻي هاون وقت ڇا ٿيو آهي؟"

"١٢ ٿيا آهن."

"اڳئين هفتي پاڻ ايندا سين ته ١٢ بجي تائين ڪينجهر اونداهي جي چادر ۾ اوڍيل هوندي ۽ پئي هفتي ته اڃا به آماس رات هوندي."

"چنڊ جي روشني عارضي آهي پاڻ مِن جا ڏينا پاري ايندا سين، ٻري چانڊوڪي اچڻ تائين سهائي ڏيڻ تائين اسان هن جي ڏيڻ کي وسامڻ نه ڏيندا سين."

"سج اڀرڻ تائين دلين جا ديپ دکائي رکندا سين اسين سهائي جا ماٺاري رات کان نه ڊڄندا آهيون. رات وهامڻ لاءِ ته هوندي آهي. ڪينجهر جي نظارن کي پرهه جي لالاڻ پسڻ ايندا سين. پرهه ڦٽي جي لالاڻ ڪينجهر جو پاڻي کهنبو ڪري ڇڏيندي ته اسان جي اکين جي جوت وڌي ويندي."

"چڱو هل!"

"هل ته هلون........"

# سهائيءَ جي سوڀ

هو سوچڻ لڳو، وقت جا ڪانٽا ٻه ڪڏهن ڪڏهن
ڍرا سست ٿي ويندا آهن، پر نه وقت جا ڪانٽا تہ
پنهنجي مقرر رفتار سان هلندا رهن ٿا. ها تڏهن محسوس
ٿيندو آهي ته وقت جي ڪانٽن کي ونگ پئجي ويا
آهن. جڏهن ڪنهن ساٿي جي ساروڻي سري اچي، ڪنهن
دودي دوست سان گهاريل گهڙيون من فرهيءَ اکري
اچن تڏهن برابر وقت ونگجي ويندو آهي ۽ گهڙيالن کي
اڌ رنگ وٺي ويندو آهي.

سڄڻ کي سچيت ساٿين جي سڪ ۽ آڪير چڪي
اچي بنديخاني جي در اڳيان بيهاريو هو. هو اوسيئڙي
۾ بيٺو هو ته ڪنهن مهل ٿي موڪل ملي جو پنهنجن
سنگتين سرتين ۽ جيڏن سان ملي، دل جون ڳالهڙيون
اوري سگهي. سوچ جو پکي ذهن تي سوار هئس، سياڳي
صبح جا سپنا، مستقبل جا سهڻا سهڻا خيال، روشن روپ،
جن سپنن جي ساڃيا لاءِ پاڻ پتوڙي رهيا آهن، سرتا جي
تاريخ دهرائي رهيا آهن، وقت جي گهوڙي جي ڦريل
واڳ پنهنجي هٿن ۾ وٺڻ جا جتن ڪري رهيا آهن
سي هوشو، هيمون، دودي، دولهه جي پيرن تي پير رکي
اڳتي وڌيا پئي. پونءِ تي ساوڻ رت موڙائڻ لاءِ وير
وريا. پڙ ۾ پڌرا ٿيا، ڪن. ڪنڌ ڏنا ته ڪن اچي
بنديخاني جو سان مٿانهون ڪيو. اهوئي دستور رهيو
آهي پونءِ جي ماڻهن سان پيار ڪرڻ جو، سارن جي

ماڳن ۽ پڊن جي پر گهور لهڻ جو! يا ٻلاول ۽ شاهه
عنايت واري وات وٺجي يا نانون مل ۽ چنيسر جو روپ
ڌاري هر ننڍين سچ جو سلامي ٿجي.

"بنديخاني ۾ ٻه ڪيئي روپ آهن ماڻهوءَ جا: چور،
ڌاڙيل، خوني، ڪنواري ڳڀيءَ سان ڪهاڙيون ڪڏائيندڙ
ڪارو ڪاري جي وبا ۾ ورتل وحشي، جن تي بنديخاني
جون اڀيون ديوارون شرم کان سسي وينديون آهن.

"پر جڏهن پونءِ ڪسي پيٺا ڏيندڙ گهوٽ اٿوت
بنديخاني جو در لنگهندا آهن ته ساڳيون ديواريون فخر
۾ ڦولجي اڀيون ٿي آسمان چمنديون آهن."

سچڻ سوچن جو سٽ سنواريندي، پنهنجي نظر بنديخاني
جي جيل جهڙي پٽ مٿان اڀري آيل سج تي اڇلي.
"لالي لڳل سج، سهائي آڻيندڙ سرواڻ، اونداهي جو ويري،
اعتماد ۽ حوصلي جي علامت."

نظر ڦري ملاقاتين تي آيس. پريان هڪ جهور پوڙهو
پراڻي اجرڪ ۾ ڀڏل شيون پڙ ۾ رکيو ويٺو هو. سندس
اکين ۾ ڪنهنجي اکير جا اولڙا ٻکي رهيا هئا. پڙ ۾
وٽ هيٺان هڪ جوان جماڻ ناري ٻارڙو ڪڇ ۾ ڪريو
جيل جي در ۾ اکيون اٽڪايو ويٺي هئي. مٿس سج
جا ڪرڻا ٿي پيا جڻ ٻڪراڙ وچ جو تجلو، ٻارڙو ڪيس
ڦٽڪيون هڻي ڪڍي رهيو هو. ماءُ کيس جهليو ٿي
پر هن هٿ پيراڇلي ڪوڏ پئي ڪيا.

سچڻ جي ذهن ۾ سوال اڀريو "ٻار کان وڌيڪ سهڻي

شئي به ڪا آهي؟ پار تہ خوشبوءِ آهي، سرهاڻ آهي. اسانجي قسمت آهي. وقت جي ٻيڙيءَ جو ناکئو آهي."

پري کان سنتري پڪاريو: "ملاقاتي اچن."

سڀڻ به ٻين ملاقاتين سان گڏ اڳتي وڌيو ۽ اونداهين ٻڙڪين مان ليئا پائڻ لڳو. ٻنهي پاسان سنهي جاري مان سندس آتيون اکيون ڪنهن لاءِ واجهائڻ لڳيون. چاتل سڃاتل آواز ڪن پيس. وچ ۾ ٽن انچن جو مفاصلو، سندس وجود جا حصا ڪائنس رڳو ٽن انچن جي فاصلي هوندي به ڪوهين ڏور هئا.

هڪ ساٿي سوراخ مان آڱر وڌائي، پاڻ بہ رڳو آڱر وڌائي سگهيو، ٻنهي جون آڱريون مليون جڻ ٻکين پئي مليا هجن. ڳل ڳراٽي پائي.

بانديءَ سان ملڻ جو مزوئي اور آهي. واري سان ساٿي ايندا ويا. آڱريون هڪ ٻئي کي ڇهنديون رهيون. اندر جا حال بہ اوريندا رهيا. جڏهن جذبن ۽ احساسن جي اٿل ايندي آهي تہ لفظ به وڇڙي پوندا آهن! زبانن کي سنگهرون لڳي ويندون آهن. سامهون سڀ ارڏا ۽ اڙٻنگ، جذبن جا باشا، سهائي جا متوالا ڌرتيءَ جا ڏڳ دلير جوڌا، لطيف جي لفظن کي حقيقي روپ ۾ ڏڏائين.

بندي پيا قرار، اسين لوچيون لوهہ ۾
مٿان تن ترار، سدا سانيڙن جي

جي ميڻ جي ماڳ سان ويا هئا تن ونگ ورائي چڏيا هئا. تجربن جي بٺيءَ ۾ رڄي ريڻا ٿيا هئا، ڌرتي

جي سونهن جو عملي روپ اکين اڳيان هئس. سهڻي جي اکين ۾ چمڪاٽ هو، منهن تــي مرڪ هئي. سندن لفظن ۾ اعتماد ڏسي، سچڻ جي دل سانوڻي دريا تــي پئي. سندس اکيون کين ڏسي ڍاپيون ئي نٿي. ”ڏهه ويهه هجن ته ٺهيو هتي ته راڄ رهيا پيا آهن.“

ڪنڌ ورايائين، پاسي واري دري تي ماڳهين زال پارڙو ڪڇ ۾ ڪري هڪ باندي سان احوال پئي اوريو.

سچڻ جو سڄو ارواح اوڏانهن هليو ويو. نوجوان جو ڳاٽ سنئون هو. حوصلو هئس. زال ۽ ٻار کي ڏسي ٺڙي پيو هو. سائين سان هڪ ڇيس ”سچڻ اهو سائي وڏي ويڙهاند ڪري هتي پهتو آهي. پر چڻ ڪا ڳالهه ئي ڪانهي. مڙس مٿير اٿئي.“

سڀ سائي پين ملاقاتين سان رهاڻ ۾ لڳي ويا. سچڻ ڪجهه دير لاءِ انهيءَ منظر ۾ گم ٿي ويو.

پارڙو اچلون ڏئي جاري سان پيءُ جــي هنج ڏانهن وڌڻ جي ڪري رهيو هو.

پيءُ پٽ جي پيار ۾ آنچ، اچ ميل ٿي پيا هئا. ماءُ کيس جهليو ٿي ۽ پارڙو کيس ڇنبڙي ٿي پيو. ڪجهون ٿي ڪيائين. باندي اندر جو سمورو پيار اکين ۾ اوتي خماريل نيڻن سان ونهيءَ ڏانهن ڏٺو.

”ملوڪان اوهان سان گهاريل هر گهڙي، هر پل منهنجي املهه ميراث آهــي. ڏاڍو ياد ايندا آهيو. دل چوندي آهي ته سدائين گڏ هجون. پر ......؟

”پر ڇا؟ ڇو نه؟“

”ملوڪان! جڏهن سالن جي ڏڪاريل پوءِ تي سانوڻ ۾ سارنگ وڙ ڪندو آهي.

اروڙ ڌرتي کي ريج ڏيڻ لاءِ ميگهه ملهارين جون تياريون ٿينديون آهن، تڏهن گهٽ پوسٽ به ٿيندي آهي. اهڙي رگهه جنهن ۾ ساهه منجهندو آهي، جهڪون جهولا به ايندا آهن، ڪيئن اهي ڏينهن ڏکيا لڳندا آهن نه؟ پر وڻي جي سک ۾ اهي ڏک سهي وڃبا آهن ۽ خوشيءَ سان سهي ويندا آهيون، ۽ اڄ اسان جي مٽي اروڙ آهي. پڙ پانگ آهي، ريج ٿي گهري، کهنبو ۽ ريٽو ريج“

”پر اسين ٽوڪي ڏوراپا ڏيڻ ته نه آيا آهيون. نڪو ئي ارها آهيون. سچي پڇين ته! جڏهن سڀ ڳوٺ وارا ڪيرون ڏيڻ ايندا آهن تڏهن آئون پاڻ کي سڄي جڳ کان سڀاڳي سمجهندي آهيان“

”پلا هن کي ته مات ڪراءِ، هي روئي ٿو، مون کي وڏا ٿا پون ۽ سچي ٻڌاءِ مون کي ڪيترو ساريندا آهيو؟“

”پلا اها به ڪا پڇڻ جي ڳالهه آهي. سڄڻ ۽ سائينءَ کان اڻاسي ورهي“

پارڙن جي ڪيهن بنديخانو پرائي ڇڏيو هو! پٽ جي دانهن پيءَ کي وڳرائي وڌو. ماڪين ۾ لڙڪ تري آيس ۽ اتي ئي سڪي ويا. سڄڻ جون اکيون به آليون ٿي پيون. پيا سائي پنهنجي ڪچهري ۾ رڌل هئا.

سچڻ جي اندر ۾ آگ ٻري پئي، پارڙو شيخن کي چنڻ پنڻ ۾ لڳو پيو هو.

وڇوڙي جو وقت پڄي آيو. سچڻ ساٿين کان موڪلائي بنديخاني جي وڏي در ڏانهن وڌيو. اڳيان سڀاڳي مائي پارڙي کي ڪڇ ۾ کڻي اڳتي وڌي رهي هئي. پارڙو ڪيهون ڪري پنهنجي واجهائي رهيو هو.

سچڻ جون سوچون، سوريءَ چڙهيل هيون. ”هي پارڙو“ جو اسان جو آئيندو آهي. اڳاڻدو آهي. نيٺ وڏو ٿيندو. تڏهن وقت ويچارو هوندو. اوندهه تي سهائي جي سوڀ اوس ٿيندي. پوءِ انهن شيخن کي زنگ لڳي چڪو هوندو. پارڙي جا هٿ سگهارا هوندا ۽ سيخون سٽ به نه جهلينديس. ها، بيجان شيخون سندس اڳيان تيچ هونديون“

سچڻ در ٽپيو ۽ سوچن جي سمنڊ مان نڪري اڳتي وڌندو شهر جي هل گوڙ ۾ گم ٿي ويو. پويان بنديخاني جي ديوارن ۾ پارڙي جون ڪيهون اڃا تائين پري رهيون هيون. پڙاڏا هئا. سچ چئي رهيو هو:

سنهنجي آه اها، ڪڏهن ڪيرائينديون ڪوٽ کي.

سچ جي آه پارڙي جي دانهن ۾ سائجي ويئي ۽ پري تمام پري تائين ڳولڻ واهڻن وستين ڏانهن ڪاهيندي اڳيري ٿيندي رهي.

# جيئان لوڪ لڄ ٽٽي

آڌي رات آهي شهر کان فرلانگ ڪن اتر طرف ٽلاءَ جي پرسان پونگي ۾ هڪ عورت جي ڪنجهڻ، تڪا تڪا ساهه کڻڻ، وقفي وقفي سان هلڪي رڙ جا آواز ٻڌڻ ۾ اچن ٿا. مرد سندس ٿهل ٺڪور پيو ڪري ۽ بيچيني کان اندر ٻاهر ٿئي پيو، مرد هڪ دفعو وري به ٻاهر نڪتو، اندران جهيڻي آواز ۾ عورت سڏ ڪيس ”جمال! او جمال وڃي وٺي اچ.“

”پر توکي هن حال ۾ ڪيئن ڇڏي وڃان. سونکي ڪجهه دير لڳندي، تنهنجو الائي ڪهڙو حال ٿئي“. پونگي ۾ واپس ٿيندي چيائين.

عورت آنڌ مانڌ جي حالت ۾ ڦٿڪي پيئي. خاموش وايو منڊل ۾ هلڪي دانهن لهر بنجي ٻري ٿي. اوسي پاسي وارا سڀ ڏينهن جي پورهئي ڪري ننڊ ٻڏل. مرد عورت مٿان جهڪي ٿو. عورت سور کان ناڦنجي ٿي پاسو ورايو. سندس بدن ۾ ڄڻ سرنگون پيون لڳن. اوچتو عورت کان نيم بيهوشي جي حالت ۾ رڙ نڪتي.

”گهوڙا.... مري ويس....“ نيٺ ساٺي ٿي پيئي. آيا ساهه گهٽجڻ لڳا. مرد تازو ڄاول ٻار کڻي ٿو. ”پٽ“ ڏاڍو خوش ٿيو رت سان ٻڏل ٻار کي ڇاتي سان لڳائي ڇڏيائين. اوچتو احساس ٿيس ٻار جي دل جي ڌڙڪن بند، گوشت ڇڱو، جسم ٿڌو، ڄڻ نانگڻ چمڪي ۽

سنڌس بدن ۾ مٿي کان پيرن تائين ڪرنٽ پيدا ڪندي ويئي. ڪنهن مان زوزات نڪري ويس، ڪيڏي ســڪ کان پوءِ "پٽ" جائو تہ مئل. زال ڏسي ٿو، جا بيهوشي جي حالت ۾ ابتيون سبتيون ڳالهيون پيئي ڪري.

سوچون.... خيال.... ڪيڏي سڌ هيس پٽ جي. "هن پيٽ رولي وڏو آهي نہ تہ ڳوٺ کان پــري ڪيئن رهان پر ڳوٺ بہ بک مرڻو تہ ڪونهي هتي اچا اپري سيري مزدوري لڳيو پوي".

پيڙا.... سوچن جو گونان گون سمنڊ.... ذهن تي زور ڏيئي ٿو.

"مون کي ڇا ڪرڻ گهرجي؟" دائي کــي ڪٿي وڏي اچان. نوري کي هٿ بہ هٿي. سار سنڀال بہ لهي آخر مون کي ٻار جو بہ ڀلو ڪرڻــو آهي". ٻار کي ڪپڙي ۾ ويڙهي. ڪچ تي ڪٿي روانو ٿيو. ٻاٽ اونداهي تارن جي ٽم ٽم. ڪٿي ڪٿي ٽانڊاڻو ٽمڪي پيو.

شهر ۾ داخل ٿئي ٿو. چپ چاپ.... رڪي رڪي ڪتن جا ڀونڪات.... وڌندا وڃن. وڏي گهٽي مان ڦٿندڙ نڪري گهٽي لڳهندي بہ زنانا آواز ٻڌڻ ۾ اچن ٿا. دائيءَ جو گهر اچا ڇڏو آهي، پت کي پاسو ڏيئي آوازن تــي ڪن ڏيئي ٿو.

"امان خــدا جي واسطي منهنجي اڳيان گهڻو نــہ ڏينس، آئون ٿئي نــي سگهان" هڪ نوجوان عــورت جو آواز.

هڪ پوڙهي ڏڪندڙ آواز ۾ چڙهندي چيس. ”وات بند ڪر ڪني، آئون توکي به کهڻو ڏيندس. تو اسان ۾ سگهي چڏي آهي جو اڃا به تنهنجو منهن ڏسون. ڪمبخي....“

”اسان مون کي ماري ڇڏ گناه مون ڪيو آهي. هن پسون جو ڪهڙو ڏوهه. مون کي مار تـوکي به احساس ٿئي ته آنڊا ڪڙا آهن يا نه“ نوجوان عورت عاجزانه آواز ۾ ڳالهايو ”آهستي ڳالهاءِ پڙوي. اڃا به ذليل ڪندئين. پاڙي کي ٻڌائيندين.... پٺهين هجي ها ته؟ شڪر جو هن سال فارم پرچي ويس نه ته ڦاسي پوان ها. پر اڃان به هن ڦڙي لاءِ ماندي پيئي ٿئين .پوڙهي وراڻيو....

”سنهنجي اکين اڳيان پري ڪرينس پوءِ جيئن وڻيئي تيئن ڪري مون کي اکين تي پٽي ٻڌ....“

در کليو. هڪ پاڇو ظاهر ٿيو. جمال آڏو ٿي بيٺو هڪ عورت، ڪڇ ۾ هڪ هڙ“ ايتري ۾ تازي چاول ٻار جي ”او.... ٿان جو آواز نڪرڻ شرط دبجي ويو. جمال به پٽ ورتي.... شايد گم ڪرڻ ٿي وڃي. زال جون دانهون.... پٽ جي سـڏ.... زال جي بيهوشي.... جيئرو ٻار.... مئل ٻار.... زال جي حالت ”مون کي ڇا ڪرڻ گهرجي“. عورت هاڻ شهر جي لڳ وهندڙ واه ڏانهن وڌي ”پر منهنجو ڇا وڃي، هن حـرامي ٻار ۾ قدم ڊرا ڏينس ٿا پر ٻار ۾ انهي جو ڪهڙو ڏوهه، اهي

ته اسان جون غلط رسمون ريتون آهن هن سماج جون برايون آهن. عورت کي سچي چمار جيڪڏهن چودبـزاري ۾ بند رکبو ته اهي نتيجا نڪرندا. هـن معصوم ڪهڙو گناه ڪيو، سوچون.... هاڻ جي رفتار تيز ٿئيس ٿي ”هن کي پاليندا سين هن سماج ۾ هي اسان جو پٽ ٿي جيئندو پر سون کي جلدي ڪـرڻ گهرجي. جيڪڏهـن مون ڪجهه سستي ڪئي ته هاڻي هي ٻار کي ماري ڇڏيندي.

عورت هاڻي واه جي ڪپ تي پهتي آهي. اجا هٿ ڍ گهڙا مس ٿي ڪري ته جمال جهپو هڻي ٻار ڦري ٿو وٺيس، عورت سراپجي ويئـي. ڍپ مان وات پٽيل ئـي رهجي ويس. جمال مينهن واچ طوفان ٿـي ويو. عورت ڍپ ۽ ڏڪڻي کان وٺـي گهر ڏانهن ڀـڄي. اوندـاهي رات چپ چپات وري بـه ساڳي ماٺ ڪابه چرپر نـه ساڳيو وايو منڊل.

رات جا ٻه حصا گذري چڪا آهن. جمال دائي کي وٺي پونگي ۾ داخل ٿيو. نوري جي حالت ڪجهه ٺيڪ آهي. سندس پاسي ۾ پيل ٻار ڪنهن ڪنهن مهل روئي ٿو. نوري سندس روئڻ تي ٻي ستو هٿ مٿانس ورائي ٿي ڇڏي. دائـي کي گهر ۾ ڇـڏي پـاڻ واپس ٻاهر نڪتو. پونگي جي ڍر ۾ رکيل ڪوڏر رنبو هڪ هٿ ۾ جهلي اٿيو. اوندا هي سبب دائي ۽ نوري سندس چرپر ڏسي نه سگهيون.

پونگي جي ڍ ر ۾ رکيل ڪپڙي جي هـڙ ڪڇ ۾

ڪري شهر جي اوڀرندي طرف وڌڻ لڳو. وسندي ڪان پرپرو ڀيرن، ڪنڍن، ڪرڙن ۾ جمال ڪانسواءِ ٻيو ڪو به زنده انسان موجود نه آهي.

انساني جسمن جا ڍانچا پوريل آهن. مٽي مٽي سان مليل آهي ڪانئيون ميڙي ٽانڊو ٻاري اڌ وال جي قبر کوٽڻ لڳو. نرم زمين ۾ رنبو ائين وهڻ لڳو جڻ زميندار جو ڪوڙو قام. ڪافي دير بعد ڳنڍڙي ڪولي منجائنس معصوم جو جنازو ڪڍيائين، پيءُ ڪانسواءِ ڪو به ٻيو ڪانڌي موجود نه هو. اڪين ءان اڙڪن سنديون لارون وهي بيجان ٻارڙي کي غسل ڪرائي رهيون هيون. ويهائو تارو اڀريو قبر تيار ٿي ويئي. پرهه ڦٽي جمال ڀونگي وٽ پهتو. ڪن ڏيئـي آواز ٻڌائين، پيٽ ۾ ساهه پيس. شڪر نوري ڳالهائڻ جهڙي ته آهي.

نوري پوڙهي دائي سان ڳالهائي رهي هئي. رب مرادون پوريون ڪيم. مون کي ته سارئي ڪونه هئي. ويچارو پٽس نه هجي ها ته الاهي پٽ جو ڪهڙو حال ٿئي ها؟ وري الاهي ڪيڏانهن ويو. ڪيڏي دير کان آهي ئي ڪونه رب خير ڪري.

"اي امان رب خير ڪندو، اچي ويندو."

جمال سوچڻ لڳو رات جي پيٽ ۾ ڪڏهن ته ڪيڏا نه ڪلور ٿين ٿا ۽ ڪڏهن رات جي پيٽ ۾ انسان تقدير جا فيصلا بدلايو ڇڏي، رات ويچاري او گهڻ ڍڪ آهي. ڀونگي ۾ داخل ٿي ڏيئي جي روشني ۾ نوري

ڏانهن ڏ ڏائين.

نوري به ڪيس ڏسي مرڪي پيئي. جمال به اڄ سڀ پر ۾ پار وٽ ويٺو. دائي به خوشامد ڪندي چيس ”ابا قلندر ٻچو ٻچايو. تنهنجي تمنا پٽ جي پوري ٿي. وات ماڻس جهڙو آهي باقي اکيون سڄيون توتي ويون آهينس.

جمال مرڪڻ لڳو ”آخر ته اسانجو ٻچو آهي نه........

........ ڪافي ڏينهن بعد دير سان جمال ساڳئي گهر وڻان لگهندي پوڙهي جو آواز ڪن تي پيس. رب جو شان، ڄڻ واه تي ملائڪ بيٺل هو جو جهپو هڻي ڦري ويو. ماڻهو هجي ته ضرور ڳانهيون هلن خواريون ٿين. رب جو شان نه ته ڏکي جا ٿي وڃون ها.

”امان چڱو ٿيو ته ملائڪ ڪڍي ويس. نه ته تون منهنجو جيئڻ حرام ڪري ڇڏين ها.“

جمال پاڻ کي ملائڪ سمجهڻ لڳو، پر نه آڏون ته انسان آهيان....

اهو انساني عمل جو نتيجو آهي. انسان ڪوشش سان قسمتون بدلايو ڇڏين.

پونگي ۾ ڏيئو ٽمڪي رهيو آهي. نوري پيار کي سندس ڪڇ ۾ ليٽائيندي چيو ”پٽ کي جهل ته آڏون ماني ڪڍي اچان.“

جمال ڏيئي جي جهڪي روشني ۾ پيار کي ڏسڻ لڳو جو پٽڪڙي کل کلي رهيو آهي. جمال کيس ڇاتي سان لائي ڇڏيو.

# وريا واھوندا

هن پراڻي جڳهہ ڪسي گهوري ڏٺو ۽ ڪيسي مان
چاهي ڪيڏي ٽالو ڪولڻ لڳو هاڻي ته دنيا ۾ مون لاءِ
هي ڪنڊڙي بچيو آهي، ماڻهو جي حياتيءَ ڪان پراڻي
هي ڪوٺي، جڻ جيئري قبر ۾ هجان، در کولي ڪاٺ
جي پڳل ڏاڪڻ تان خيال سان چڙهڻ لڳو ڪٿي پڳل
ڏاڪي مان هليو وڃان پوءِ به هيءَ ته منهنجو آکيرو
آهي، جتي سڄي ڏينهن جي هڻ هٽان بعد اڪيلائي جو
عذاب ڀوڳيندو آهيان ڊيوٽي ڪان پوءِ هتي اچيو دفن
ٿيو وڃان، اڪيلائي ۾ ويتر يادون مسئلا بڻجيو پون
ٿراسائي هيڪاري وڌيو وڃي، سال پورو مون جنگ
ڪئي آهي پاڻ سان.

ڪٽ تي ليٽي پيو، اکيون بند ڪري سپنن جي
ٽٽل تند جوڙڻ لڳو، وکريل سپنا، داڻو داڻو ڪري
يادن جي سلسلي ڪي سهيڙڻ لڳو، سپنا جي ساڀيا نه
ٿيا، ويراڳ جي رڻ ۾ رلي وکري ويا، ڀري ويا.

ٽڏو ساهہ ڀريائين هن مهل ڪراچي ۾ وڃي، ڪو
اچي مونسان ڳالهائي، ٻه ٽهڪ ڏي، ڪلي ۽ سونکي
ڪلائي، پر مون وٽ ڪير ايندو؟ منهنجي ويران زندگي
۾ ڪير ايندو، اگر خشڪ ڳالهيون ڪا رنگيني
ڪانهي، ٻور ڪنڊڙ مسئلا، ٽڏهين ته سڀ ڀار ڪجهہ
وقت ڪان پوءِ ڀڄيو وڃن، جيسين ڪو ڳوڙهي ڪن
اچي ٿو ته به اک ٻور ڪري، هي ڪتابن جا ڍڳ

۽ اڪيلائي، اهڙي زندگي آهي؟ ماڻهوءَ پنهنجي وندر لاءِ ڪيئي شيون پيدا ڪري ورتيون آهن، ٽي-وي وي سي آر سئنيما جي پردي تي ماڻهوءَ ڪان ٻه وڏا سندس عڪس، سهڻا روپ، مشين ماڻهن جو دماغ ڦيرائي ڇڏيو آهي، پر مونکي ته سڪون نٿو ملي، سڀ ڪجهه ڏسندي اندر ۾ آگ لڳي ويندي آهي.

مون زينا جي صلاح نه مڃي دوزخ ۾ ٽپو ڏنو آهي، معمولي آواز تي ڪن اڀا ٿيو وڃن، هي منهنجا ڪن ڏاڪڻ تي ڪنهنجي پيرن جو آواز ٻڌڻ لاءِ آتا ڇو آهن؟ آخر هر هر..... ڪير ايندو؟ پر ڪو ته اچي ماٺ ڪي مات ڏيڻ ڪوبه نه ايندو، منهنجي قبر ۾ سڀ سهارا وقتي آهن، موسمي گل وانگر ٽڙيو خوشبو ڪن ۽ وري ڪومائجي وڃن.

ڪاٺ جي ڏاڪڻ وڄڻ لڳي ٿي، سندس منهن تي سرهائي جهلڪي، ڪير آهي؟ ڪا عظيم هستي جا ڪجهه پل مون کي اڪيلائي جي طوفان مان ڪڍڻ جو سبب ٿيندي.

"هلو جاني"

"اڙي جاني تون، هن سهل خواب ته ڪونه پيو ڏسان"

"هُي ٻڪين ٻئي مليا "ڇڱو وتهه پلا، هتان ئي ڏيهه"

"ها ڏي خبر ڇا حال آهي"

"يار منهنجي وهم گمان ۾ ڪونه هو ته تون اڄ ملي ويندين"

”بس يار لوهه پيا آهيون، وجهه سايو ته هليو آيس“

”ڪيڏي مهل آيو آهين؟“

”اجهو اڄ ڪلاڪ ڪن ٿيو آهي، گهر پهتس هليو ويو ٿي، وي سي آر سڄو پاڙو گهر ۾ هو، پوءِ هليو آيس“

”ڏاڍو سٺو، آئون اڪيلو اڪيلو ويٺو هوس، بور ٿي پئي ٿيس“

”تو کي ڇا هي؟ ڇڙو ڇانڊ نه گهر نه ٻار، اهيا ڪوڻي اهي ڪتاب آرام لڳا پيا آهن“

”بس پيا ڏورڻ ڏيون“

”نه بابا اتي ٺيڪ آهيون، اسان ڪان پيچ گهوڙا گهوڙا وڏي نوڪري، وڏي پگهار ته وري اوترا ڪتڪا، اسان ڪان پيچ ڏي ڏي نوڪريون ٿا ڪريون پوءِ به پورت ڪانهي، نه پهر آرام ڪونهي، ٻارن کي ۽ گهر کي وقت ئتان ڏئي سگهون.“

”يار الاهي ڇا آهي، ماڻهو ڪتي، خوش ڪونهي، اوهين اسانکي خوشنصيب ٿا سمجهو، اسين اوهان تي شڪ ڪريون ٿا پر هر ڪو هاءِ هاءِ ٿو ڪري.“

”اڙي بابا سولا آهيو ڳوٺ جو ڳوٺ ۾ آهيو ماستري چڱي آهي، اسان ڪان پيچ پل به چين ڪونهي، آئون ته سوچيان ٿو پورهيو ڏي ڪجي، هاري ٿجي، ٻهراڙي ۾، شهر جي هل هنگامي ڪان پري ڪا پونگي هجي، پنهنجي ٻچن سان گڏ رهيو پيو هجي، نه روبوٽ هجون، خير ڇڏ انهن ڳالهين کي ٻيو ڪهڙو حال آهي؟“

”بس پيو وقت گذري پر بيهه چانهه جو ڇوان تـه پوءِ ٿا ڪچهري ڪريون“

”چڱو بابا چانهن، چانهن پي پي آنڊا سڙي ويا آهن، قرآن ڪانهه ٿي وٺي، تون ويهه ته سهي“

”جيڪا تنهنجي مرضي، هـي ننڍو شهر آ، چـانهه پياري دوستن جو آڌرڀاءُ ڪندا آهيون، تون سا به نٿو پين“

”خير ها ته شادي پادي جو ڪو آسرو آهي؟“

”بس نه پڇ، ڪو آسرو ڪونهي، اسين ملنگ ماڻهو ڪنهن ڪي پنهنجا ٻچا ڪڙا آهن“

”ڇنبو اڃان اتيئي بيٺو آهين، جتي ڇڏيو هوساءِ“

”پيو ڇا ڪريان؟ هجي ڪو تڏو ڇڱو ۽ گهر گهاٽ“

”بابا شادي ڪر شادي، نه ته تباهه ٿي ويندين، صفا فرسٽيڊ ٿي ويندين، هن پراڻي سلسلي جو ڇا ٿيو؟“

”ڪهڙو سلسلو؟“

”واه ڇنبو به ٿي سلسلا آهن؟“

”اڙي نـه بابا اهيا ڳالهه ناهي، اهـي ڏينهن آهي شينهن، پهچ نه ساري سگهياسين هٿ ڪيي ڇڏيائين، ٻئي ڪنهنجي حياتي به ڇو تباهه ڪجي؟ ڪهڙو فائدو؟ هو وڏا ماڻهو اسين پهاڙ جي پيرن ۾ ڪڪري“

”واهه سائين تون ته ڪو صفا بيوقوف آهين، تباهي ته اهيا آهي تون هتي برباد هوءَ ويچاري هوڏانهن هميشه لاءِ گهاٽي جهڙي حياتي پئي گذاريندي“

”پر يار ڪري به ڇا ٿي سگهيس، جوڪم ڪٺن لاءِ

ڪافي سوچيو هئم ته وقت گذرندو ته هڪٻئي کي وساري ڇڏينداسين پر يار زينا کي پل به وساري نه سگهيو آهيان، مندس ياد منهنجو جيءُ جهوري ڇڏيو آهي، وسارڻ ناممڪن ٿي پيو آهي، وس ڏاڍا ڪيا اٿم پاڻ تي جبر ڪيو اٿم، دل تي پٿر رکيو اٿم پر سڀ ڪجهه فضول"

"مون توکي پهرين ئي چيو هو ته اهيا نه ٿيڻي ڳالهه آهي فطرت جي ئي خلاف آهي"

"پوءِ ڪو حل ٻڌاءِ، هاڻي آئون وڌيڪ سهي نٿو سگهان، ٻڌايائين مون سال پورو زهر جا ڍڪ پريا آهن، مون پل پل گهاءُ ڪري گذاريو آهي"

"آئون چوان ٿو تون انتهائي بزدل آهين، پاڻ کي به تباهه ٿو ڪرين ۽ هڪ معصوم حياتي جو به قاتل آهين، تون مندس چوڻ موڄائي خودڪشي ڪئي آهي، بس هوءَ خوش آهي، ڪٿي آڪر، يارو ياري، اڄڪلهه اهي وانئون ڪلي پيون آهن، ڪورٽ ۾ پاڻهي ڳالهه ڇڏي ٿيندي، ٻه ٽي ڏينهن تڪليف ٿيندي لڙ پاڻي لٿو ته بس، نه ته به سنڌ گدڙن ڪانه ڪاڏي آهي پر رڳو يار راضي هجي"

ڪائنس ٿڌو ساهه نڪري ويو منهن تي ڏک جي ريکا اڀري آئي "ڪيئن ٿيندو اهو سڀڪجهه؟"

"اڙي تون ته ڪو ٻاڙو آهين، گيدي، اهڙان به تجربا پيو ڪرين، وقت ويو ناهي، وڌيڪ ذليل نه ٿي،

تون ڪولي تي هليو اچ مون وٽ، ڪورٽ مان واندو ٿي پوءِ توکي اهڙي هنڌ ڇڏي اچان جتي هنن جو پيءُ به پڇي نه سگهي، اهڙيون جايون آهن، سنڌ ۾ باقي اچان بس سستي ڪٿي سچي عمر پڇتائيندين ڇگو آءُ هلان ٿو"

"سوچيان ٿو، پر توون وڃهه ته سهي"

"وري سچائي ملندا سين، تنهنجي زندگيءَ جي مايوسين ۽ محرومين جو ڪارڻ رڳو اهو آهي" حياتي ۾ پيار نه هجن، زال نه هجي، نه گهر، ته ڪا زندگي ڇٻي، رڳو ڏر ۾ پيو هوندين ماڻهو ٽڪي ٽٽي اچي ته ڪو در کولي، پڇي، حال اوري، ڪي پار هجن جي ٽنگن ۾ ڇنبڙي پون، ڳالهائين، ٻولهائين روئن کلن ته ذهن مشغول رهندو، اهائي زندگي آهي ۽ پوءِ يادون هري آيس، ڪا جل پري هئي جا سندس تصور جي ڪينجهر مٿان اڏامي رهي هئي، ڪا وڇڙيل ڪونج هئي جا وڇوڙي جي ورلاپن ۾ ڪوڪي رهي هئي، سندس ٻاڪارن وايوسنڊل ٻرائي ڇڏيو هو. اڏما و ڇوڙا ٻنهي دماغ ۾ گهوماڙيون کائڻ لڳا، زينا جي پيار جو هر پل واسينگ وانگي ڦڻ ڪڍي ڏنگڻ آيو هوس اڄ ڪان سال اڳي وڇڙڻ وقت زينا ڪيڏا ايلاز ڪيا هئا "نون همت ڪر ٻي ڳالهه جو ڪنڪو نه ڪر، مون وٽ جيڪي زيور آهن، اهي وڪڻي توکي ڏيندس ٻر هتان موڪي وڃي هل، تو جيڏ اچي دل لاٿي آهي، سڙ چاڙهي همت نه ڪئي، اسين ٻئي

ٽڙاسين ته پور پور ٿي ويندا سين. ڪک نه ڪک پيڙو ٿيندو. منهنجي صلاح ميچ، هل ته هلون پورهيو ڪنداسين، رکوڙڪر ڪائينداسين پر گڏ ته هونداسين.

آئون ڪيس رگهو دلاسا ڏيندو رهيو هوس نه زينا زور بار وجهي تنهنجو سنگ وٺندس، باقي وبال ڇو ڪٺون، پر زينا رڙيون ڪيون هيو سگ؟ تون ڇربو ته نه ٿيو آهين اسانجي بڻ مان ڪا گهر ڇائي لائون لهي نه اٿئي، ڪنهن نياڻي اڪيو نه ٻڌو، مونکي تون ونهي ڪندين؟ ائين ڇئو ته ٻڇين ٿئو، منهنجي پائرن جي بندوقن ڪان، بابي جي اميراڻي ڏيک ڪان، اڪيون پوري ڇڏيون اٿيئي، تو کي خبر آهي ته بابا وارن کي ٿورو به واءُ پيو ته وري منهن ڏسڻ لاءِ سڪندين! تو کي ته سچي خبر آهي پوءِ به، پر مون هڪ به نه ٻڌيس، ٻارنهن مهينا ڇا گذريا آهن ڇڻ ٻارهن وهيون وڃائي ڇڏيم ۽ هو ڪوڙن جي ڪنگرن ۾ گم ٿي ويئي، اهي ڪوٽ ڪئين جوانيون گڏي ويا، ڪئين احساسن ۽ جذبن جا قاتل آهن اهي ڪوٽ، بس وقت جي وير زينا جي جوان تمنائن جي قبر کي به لٽي ڇڏيندي. هوءَ رگهو هڏن جي هڙ ٿي ويندي، ماس من جو ماناڻ ڪوري ويندس، روح جي تڙپ ۽ اوسيڙو رت سڪائي ڇڏيندس رگهو پساهه پٽي ڪٽندي، اهو پاپ آهي، آئون پاپي آهيان.

ضمير جي عدالت ۾ آئون سندس ڏوهي آهيان. اهڙو ڏوهي جنهن جي ڪا سزا سجهي ئي ڪونه ٿي.

هو لاڳيتو سوچيندو رهيو. اهي سوچون سندس وجود ڏڪائي ڇڏينديون هيون ڪي ڏينهن ته ديوني تي وڃڻ بدران ڪٽ تي پيو هو. پلا منهنجو ته ڪو مٽ مائٽ به ڪونهي، بس هڪ اُسي سڳ ته آهي دنيا ۾ پيار جو رستو. پاڻ به جيڪڏهن پيار نه ڏئي ته ڇا جو رستو ڇا جو رت. رشتا سڀ آهن پيار جا. پيار ئي اهڙو جذبو آهي جنهن ڪري هي دنيا قائم آهي.

سندس ذهن جي اسٽيج تي عجيب خيال هئا، وهم هئا وسوسا هئا. هن ڪو فيصلو ڪرڻ ٿي چاهيو. حياتي گهارڻ لاءِ ڪا واٽ وٺڻ ٿي چاهي.

۽ پوءِ هڪ ڏينهن شام جو سج لڙيئي ڪاهي پيو جهنگ ۾، شهر ڪان پري، سڌي واٽ ڇڏي اڙانگن پيچرن تان ڪنڊا لتاڙيندي وڌندو رهيو. اهي اڙانگا پنڌ سال اڳ ڏسي چڪو هو. سندس آجيان لاءِ ڪرڙ ڪنڊا ايا ٿي ٿي ويا ڇڻ صدين ڪانپوءِ هتي آيو هجي، سج لٿو ته رات جي اونداهي گهري ٿي ويئي. سندس منزل ويجهي هئي. پير پير ۾ ڏيئي ماسي نيامت جي پونگي ۾ گهڙي ويو. اونداهي رات ۾ سوچڻ لڳو.

ويچاري ماسي نيامت، اهان ساڳئي حال ۾ آهي سندس پونگي جڏهن پهريون ڀيرو ماستري جو آرڊر مليو هو ته گوناڻي زندگي ۾ ويڳاڻو ٿي پيو هوس، ماني لاءِ ماسي نيامت سان ئي ڳالهه پولهه ٿي هئي، سامان سيڏو هٿ تان وٺي ڏيو هو، ماسي ويچاري ماني

پڇائي ڏيندي هئي پگهار تي ڪيس خرچي ملندي هئي ته هٿ مٿي ڪري دعائون ڏيندي هئي.

ايتري ۾ پوڙهي ٻه اچي ويئي. ماڇيس ڪٿي تيلي پاريائين منجي تي ويٺل ماڻهو ڏسي هراسجي ويئي.

”مامي الڪو نه ڪر پنهنجو آهيان گهٻراءِ نه!“

اي ءَ گهوڙا تون ٻچين شل تو، ته ساهه ڪيڏو هو ڪيس ڀاڪر پائي هٿ تي چمي ڏنائين اڙي ابا هئي وڏ ڀڻ پر توکي شابس هجي. ڌڪڙو ور ڪيو اٿيئي. ڀلا ڪنهن ڏڏو وانئو ته ڪو نه.

نه مامي چريو ٿوروئي آهيان تون ڪو ٻه ڪنڪو نه ڪر، تون ڏي حال احوال.

اي ابا تون ته ٻاهه ٻاري هليو وئين، ڀويان ڇا گذري، پرائي نياڻي سان ڇا ٿيو واپريو سا خبر خدا کي آهي.

مامي ڇا ٿيو ڀلا، ٻڌاءِ ته سهي؟

بس ابا اهو ٻه ڇڳو جو هي ڀونگي ڳوٺ کان پاسيري آهي. مڙس اچي مهيني ۾ ئي، اهو پيٽ پنيان ولايتون وهيو ڪٿي. پٽ امان جو ڪونهي اهي نياڻيون وڃي ورن ڀڙبون ٿيون. عيد مراد اچن پوءِ اڪيلو سر آهيان، اما ڀونگي اها آئون. پر بابا رهجي آئي ڏٺين کي خبر پئي ته سون غريب کي گولي مان ڪين ها. هو وڏا ماڻهو اسين سندس در جا ڪتا.

ها مامي زينا، جا ڪهڙا حال آهن؟

اڙي ابا ڪنهن جي ڄائي جو پلاند نہ اٿڪي، اوهين مرد آهيو زوراور، پر زينا جو حال ڏسين تہ اڌ بہ ڪانہ رهي آهي جڏهن کان تون ويو آهين، بس بابا مڙهي رحم ڪيو رب پاڻس کي پڪ نہ ٿي، شڪ تہ پيو مرگو چوٽ ٿي ڪيائينس، بس گهڙي اندرئي پاڻس کي ڪو پاڇو پيو، ابا پوءِ مرد ذات نہ بگڙي شل، سڙس وسهي ڪر، وڏيءَ وڏيريءَ ڪوڙ سوڙ هٿي جند ڇڏايائينس، جيئن تيئن ساهہ بچيس.

ماسي پوءِ هاڻ؟

پر بچين شل توکي بہ شاباس هجي، ور سگهو ڪيو اٿئي.

بس ماسي گذريءَ کي ياد نہ ڪر، مون زينا کي جنجال ۾ وجهڻ نہ ٿي گهريو.

ابا تون مون وٽ اچي ها نہ، اسان اچي سينڌ آس ۾ تہ ڪانہ ڪئي آهي، ڪو حيلو ٿي پئي ها.

ماسي هاڻ بہ ڳالهہ پري تہ ڪونهي؟

آئون ڇا ڪريان پٽ تو ۾ مڙسي هجي نہ، چوريءَ تہ موري پنهنجي سوڌي تو حوالي ڪئي تو پوءِ، پوءِ پلا زال ذات ڇا ڪري؟

ماسي پلا زينا مونکي ماريندي آهي؟

بچينم انهن ڳالهين کي ڪٿي ڇڏ، سندس حال ڏسيو مونکي وڏ ٿا پون، تو لاءِ پاڻ کي خاڪ ڪري ڇڏيو اٿس، بس ڪڏهن نوبڪلائي ۾ مونکي ٻڪ وجهي

ڏکون ڪندي ۽ ٻاڪاريندي آهي، ٻوڙهي ڳالهه ڪندي روئي ڏنو، گگ ڳڙي پيس، پوتيءَ سان گگ اگهي ڇوڻ لڳي ابا تو ڇگو نه ڪيو، ٻڍيءَ ۾ چاڙهي ڦرهو نه ڪڍيو آهي.

بس مامي، ڏوهي آهيان زينا جو، پر هاڻ ٻه وقت آهي مڙمي ڪر.

تون ڇئو ڀلا آئون ڇا ڪريان؟ ڪرڏو تہ اوهان کي آهي.

بس زينا کي ٻڌاء تہ آئون کيس هميشه لاءِ پنهنجو ڪرڻ ٿو گهران، ٻئي پيري ايندس تہ زينا کي ساڻ وٺي ويندس، تون رڳو آسهڻ جو ٿڻ پڇي ڏي زينا کان.

اڙي ابا شل ڪا الله تو کي سگهه ڏي، آئون آئي هيس ٻتي ٻارڻ، هي پت گراهه کاءُ اچان پٽس کي ڪير گرم ڪري ڏيڻو اٿم، ماڻس کي زور ڏيڻا اٿم پوءِ ڪنڌ پاسو ڪري ڇوانس ٿي. ٻوڙهي ويندي ويندي ٻتي اجهائيندي ويئي، هن پت مان ٻه ٽي گراهه هنيا ۽ گهڙي مان پاڻي ٻي ليٽي پيو، خدا ڪري زينا تيار ٿئي، هليا ويندا سين، هتان ڏور تمام گهڻو ڏور جتي ڪوبہ سڃاڻو نہ هجي، مامي نيامت ٻہ نہ، جتي رڳو زينا ۽ آئون هجون مزوري ڪنداسين، ڪا ڀونگي اڏي رهنداسين، دنيا ٺي الڳ اڏينداسين، پيار جي دنيا، پنهنجائپ جي دنيا پر جي زينا نہ هلي تہ؟!! اهو احساس ٿيندي سڄو وڃي وڃي ٿو، مٿو ڦري ويس.

هن وچ وارا ١٢ مهينا الاهي ڇا ڇا سوچيو هجي؟ ڪهڙا فيصلا ڪري چڪي هجي؟ حالتن سان ڏاهه ڪري چڪي هجي؟ .... نه نه هوءَ اهڙي ناهي، زينا اهڙي ناهي.

انهن وهمن وسوسن ۾ ڪافي رات لنگهي ويئي، آديءَ ڏاري پوڙهي نياست ڏڪا اچي ڪيو، لوڪ سمهي پيو هو، ٻئي ٻري ته نياست جي منهن تي سرهائي ڏٺائين.

ها ماسي ڪا خير جي خبر؟

الله حياتي ڏئيس، ماڻس ڪي زور ڏيئي واندي ٿيس، سندس ڪوٺيءَ ۾ گهڙيس جا ڳي پي، تنهنجو پڙدي چري تي پيئي، چنبڙي ويم، پاڪر وجهي سڏڪا پرڻ لڳي، بس ابا ڏوهه سڄو تنهنجو آهي، تو پاڻ کي هلاڪ ڪئين، هن کي ٻه رت رئاڙيئي، بس هاڻ وڃي پنهنجو بندوبست ڪري جمع رات سومهڻي مهل ڪوٽ جي اترئين ڪنڊ وٽان نم جي وڻ هيٺ بيٺو هججان، پٺسي ڏوڪڙ جو ڪوبه الڪو نه ڪجان، ڪوٽ اندر پيل تيل جو ڊرم آئون اپو ڪري چڙهينديس ڪنڊ ۾، ان تان چڙهي ڪوٽ ٽپي ايندي تو وٽ، تون تيار بيٺو هججان، پوءِ ڪٿي پاڳ اوماڻجا، هن گهر جي ڪا چائي ته جواني ماڻي، سک جو ساهه کڻي.

چڱو ماسي آئون هلان ٿو، جمع رات تائين الله واهي، ابا آديءَ مهل ڪيڏانهن، ترسي پئو اسر ويل جهونجهڪڙي ۾ هليو وڃجان.

نہ نہ ماٺي کوھہ ڏيڍ پنڌ ڪونہ ماريندو، ڪو ڪٿي ڪڙو ڏسي نہ، ڪٿو نہ ڏسي نہ ٻڌڪي، راتو رات واپس، زينا کي ٻڪو ڪجين جمع رات آئون ايندس.
چڱو ابا خدا چڱي ڪندو.

هو آهستي آهستي نڪري ڳوٺ کان ڏور جهنگ ۾ ڳوڙي پيو، پير پٽ تي نہ پئي لڳس، رات جي چپ چپات ۾ وڌندو وڃي، تڏ جي چرچر وايو سنڀال ۾ عجيب آواز پئي پيدا ڪري پري کان ڪو گدڙ اونائي خاموشي جو سينو ٽوڙي چڏي آواز گونجندو وڃي پري پري تائين.

رات اڃان ڪافي آهي سندس ڏڪاڻو اڃان اڌ ميل ڪن ٿيندو. هن مهل شهر ۾ داخل ٿيڻ ٺيڪ ناهي، چوڪيدار ڏسندا شڪ ڪندا. صبح جو موڪل وٺي آرام ڪندس، هن ڪٻڙ ڪي ٻ. ڏيئي ٿو سمهان، چاڻ صبح ٿيو.

ٻانهن سري کان ڏيئي آهلي ٿو پئي، ننڊ ديوي ٻاڪر ۾ وٺي چڏيس، پيرن ۾ ڏاڻ لڳي، ڦوڪ سان ٽنگ ۾ چڻ ڪنهن لت هڻي ڪڍي، ٻيو ڌڪ لڳو سندس لت زور سان پٽ تي هڻڻ لڳو سندس پيرن ۾ نانگ تڙپي رهيو آهي، سندس پيرن مٿان ٻن هنڌان رت ٽمي رهيو آهي، سور وڌڻ لڳو، مٿو ڦرڻ لڳس زينا هاڻي ڇا ٿيندو؟ آئون هلان ٿو ڏور ڪوهين ڏور جتان ڪو بہ نہ ورندو آهي، زينا پنهنجي ٻاڳ ۾ ڏني وڇوڙو آهي،

هاڻ تہ مون تي ميار ڪونهي، مور جي ست دل ۾ محسوس ڪيائين ڇرڪ ڀري جاڳي پيو.

سامهون پرهہ ڦٽي جي لالاڻ شفق تي ڇانئجي رهي هئي، پکي لاتيون لنوي رهيا هئا، سندس منهن تي مرڪ تري آئي.

# اوسيئڙو

گگهه اونداهي رات ۾ هن ننڍڙي شهر جي سنسان گهٽين ۾ رڳو ڪنهن مهل ڪتن جا ڪوڪاٽ ٻڌڻ ۾ ٿي آيس، بجلي بنا هن ننڍين شهرن ۾ سج لٿي ڪان پوءِ ڪڪڙوڪو لڳي ويندو آهي. پير سنڀالي رکندو گهٽر لتاڙيندو وڌندو وڃي، ساڄو هٿ زري زري ور ۾ لڳل ڪنهن ڏوس شيءِ سان لڳي وري ٻيرڪي ٿي ويس. راتين جو رولاڪ هو، اڄ وريهن ڪان پوءِ هن شهر ۾ اونداهي رات ۾ پير پاتسو هئائين، وچ واري ساري عرصي ۾ شهر ۾ ڪا به تبديلي نه آئي هئي، سا گهٽيون جڳهيون ساڳيا روڊ رستا.

هڪ در وٽ بيهي ٿو رهي، هيڏانهن هوڏانهن ڏسي در کي ڪن ڏيئي بيٺو- رکي رکي ڪو ڪنگهه جو ٿونڪار ٻڌڻ ۾ آيو ٿي نه ته بس. گهاگهه شڪاري هو پل ڪن ۾ پرکي ورتائين "ڪنگهندڙ ماڻهو پورو ٿيو پيو آهي- ست ڏي ڪونهيس، اڇاٽو پيو آهي، پر چاڪ ڏجي ته به مون کي ڇا ٿو ڪري سگهي، ايتان پانهن ۾ پل آهي، ور ۾ رات جو ماٿي آهي، رڳو اپلپي ديائڻ جي دير آهي رستي جو ڏينگر ڍير ٿي ويندو."

سندس ڦڙت بدن ۾ سگهه آئي اي. گهڙي ديوار ٽپي گهر جي اڱڻ تي پهچي چڪو هو. ايتان پير مس کوڙيائين ته هڪ پاڇو پاڻ ڏانهن وڌندو ڏٺائين، ور مان روالور ڪڍي تيار ٿي بيٺو- پاڇو ويجهو پهتو ؟

سرہاڻ کن پيس، در ڪليل هو پوءِ مٿان ڇو ٽپو ڏنئي، تون هل رڌڻي وٽ پيل ڪٽ تي ويهه، آئون اڃهو ٿي اچان“.

عورت جي ڳجهارت سمجهه ۾ نه آيس. ڪي گهڙيون سوچ ۾ پئجي ويو ”تہ ڇئو مونکي پنهنجو ڇگهہ سمجهي ويهاريو اٿس. مڙس ڪان چوريءَ ٿئي جي ٻکن جي سڌ ۾ رات جو اوجاڳو ٿي ڪري، اڄ وهون ٽا ونگار خير ۾ ٻہ گوليون خرچ ڪري هن رن ڪي مزو چکايان تہ ڇگهہ ڪيئن ڪبا آهن، ڪنهي رن مٿي ڇڳي آهي مون ڪي ڇا آهي ڏڪاءُ سان واڇوڙو ٿي وينٖدس پويان پيا لوڙيندا.“

عورت اچي سندس ڀر وسائي، ٻانهن ڇيلهہ تان ورائي ڏوراپا ڏيڻ لڳي ”ست ڏينهن لاٽا اٿئي جڻ ست سال گذريا آهن“

”خبردار اڳتي ڪيچي آهين، ڇون ٻہ ڪيئي تہ ڇهہ ئي گوليون پار ڪندو سانءِ، گهڻا ڏينهن ڇگهہ سان رنگ رليون ڪيون اٿئي، ٻڌاءِ يار ڪير اٿئي“ سندس مڙهاڻن ۾ ڪروڌ جا تير هئا، عورت جي اندر جي آهن سڌڪن جي صورت ورتي.

ڇاڳ ڇڏ لونڊي! ڪري ٿي ڇگهہ وري روئي ٿي، ڊير ڪيئي تہ اڦٽ ماريندو سانءِ.“

عورت گهٽيل اوڇنگار ڏني، ٻريان ڪنگهہ جو ٽونڪار بند ٿي ويو هو،

"خدا جي واسطي مون کي ماري ڇڏ، منهنجي جند ڇُٽي پوي هن سورن مان، خون خدا ڪارڻ معاف ائين مون کي هن عذاب مان ڇڏاءِ"

"ڇا ٿيو هن کي، مرڻ لاءِ تيار ٿي ويئي". مرڻ جي سڏ ڪرڻ ته سولي آهي پر مرڻ ڏکيو"

"نه نه سچ پچ، آئون مرڻ لاءِ تيار آهيان- مون کي هن حياتي کان نفرت آهي، نٿي جيئڻ گهران. هيءَ گهاٽي جهڙي زندگي نٿي کپي."

"اهيو ڪنگهيو ڪير پئي"

"اهيو هن نياڻيءَ جو ور آهي"

"ڳالهه ڇا آهي؟ ٻڌاءِ مون کي، سچي ڳالهه ٻڌاءِ تو ته مون کي ٻڌتر ۾ وجهي ڇڏيو آهي-"

"ٺيڪ آهي انهي وچن سان ته تون اڄ مون کي هن حياتي مان جند ڇڏائيندين ۽ آئون اندر ۾ ٻرندڙ آگ هڪ ڀيرو ڪنهن کي ٻڌائڻ گهران ٿي"

"تون ڳالهه ته ڪر"

"آئون ڪاليج ۾ مس داخل ٿيس ته منهنجي مڙس ۽ منهنجو پاڻ ۾ حياتي جو رشتو جڙيو، اسان مائٽن ۽ سماج سان بغاوت ڪئي، ريتن رسمن جا ٻنڌڻ ٽوڙي سٽ مائٽ ڇڏي لوڪ ڪان لڪي نٿين وات ورتيسين چار سال لنگهيا ٻه ٻار ڄڻيا پٽ ٻه ڇاوا پر منهنجي مڙس کي سلهه وٺي ويئي ۽ اهي گوڏا جهڪايائين، ڪلارڪ ماڻهو ايري سيري سيڙي ڇونڊي علاج ۾ پوري

ٿي ويئي، ڏنڊي جي ڳولا ڪيم پر اسان وٽ عورت
کي ڏنڊو ملڻ به وڏي ڳالهه آهي. منهن مائٽن ڏانهن
ڪهڙو منهن کڻي وڃون انهن کي نه وري اسان جي
خبر هئي. پوءِ ٻڪون اچي وريون......"

"اهو ڪير آهي جنهن لاءِ ست ڏينهن مٽ سال ٿي پاسئي"

"اهو به تو وانگر رات جو شڪاري آهي جو جسم
جو ملهه پنج روپيا ڏيندو آهي، انهن مان پيٽ ۾ گراهه
وجهندا آهيون پر هو سردار به ستن ڏينهن کان آيو ئي
ڪونهي، ٻچا ٻن ڏينهن کان بک ۾ نستا ٿي ڪري
پيا، اڄ "پاڙي وارن کان ٽڪر وٺي ڪارائي سمهاري
آئي آهيان، هاڻي دير نه ڪر، مون کي هن حياتي مان
ڇڏاءِ خون تو کي معاف آهي پوءِ ڪٿي پوين جو ڀاڳ
پيٽ لاءِ ۽ ٻچن لاءِ اهي انگل به ڪيم".

روالور ور ۾ هٿي، هٿ ڪيسي ۾ وڌائين، هٿ ۾
ڳاڙهو نوٽ ڇڪجي آيو منڊس پنڊ پسيا لڙڪ ڳڙي
نوٽ تي ڪريا، هٿ وڌائي نوٽ عورت کي ڏنائين، ته
هوءَ حيران ٿي ويئي انتظار ڪرڻ لڳي وري به پلصراط
تان لنگهڻ جو.

راتين جو رولاڪ اڳتي وڌيو، عورت جا هوش حواس
گم ٿي ويا وري به ساڳيو ٻت ٻنجي ٻيهي رهي، پر
هو در ڏانهن وڌيو ۽ عورت جي ڪن تي رڳو هي
ٻڙلاءُ پيو "آئون هر هفتي ايندس منهنجي پيٽ، تون
منهنجو اوسيئڙو ڪجانءِ".

# لڪا ڏاهي لوڪ ۾

هوٽل اڳيان لنگهيس ڄاتل سڃاتل سڏ ڪن تي پيو "لطيف!!!" اندر اسلم ويٺو هو.

هلو مسٽر ڪهڙا حال اٿئي ڏسڻ ۾ ٿي ڪونه ٿو اچين مرڪي چيائين- چانهه جو چيائين.

يار اتيئي آهيون جتي اوهان ڇڏيو. ڳوٺ ۾ سڀ لڪايو پيا آهيون- تون ڏي خبر ڪڏهن اچڻ ٿيو؟

اڙي بابا ٻن ڏينهن کان اتي ٿي آهيان. تون ملين ٿي ڪونه ٿو. ڀلا هتي آهي به ڇا؟ ڪٿي ٿو آرام اچي. بس يار ڳوٺ آهي ڇڏيو نٿا سگهون. نه ته ڪر منهن ٿي نه ڪريون وري اچون ته اوهين يار دوست به ڪونه ملو.

"ها اسلم ڪراچي جي هوا بيڙي آهي. اسين ته بڪ ڏنو ڪريو ماستريءَ کي لڳا پيا آهيون."

"ڪپڙن ڳريل ميرن هٿن ۾ چانهه جو ڪوپ جهلي ٻچل اچي مٿان بيٺو مونکان لهرائڻ لڳو. "ٻچل پٽ اسڪول نٿو اچين؟

"سائين بابا نٿو ڇڏي" مونکي پٽس جو حال اکين اڳيان ڦري آيو مهيني کان مدي جي تپ ۾ پيل ٻوڙهي پيءُ جو پرجهلو به هي ڪاهو ٿي ته آهي.

اسلم جي چڙب چرڪايو "اڙي ڇورا ڪپڙا ته ڌوئي وجهندو ڪر، پيٽان پڙهو مٿان باقي اتي پيشگيريون ڪري مري ويندا" مونڏانهن منهن ڪندي،

"اسانجي قوم ڪڏهن سڌرندي. ڇورا ڏس هوٽلن تي ٻيا ٽڪون جهليندا پڙهندا ڪونه ڀلا اڳتي هلي هي ڇا ڪندا؟ هن کي ٻڌس پڙهائي ڇو نٿو؟"

دل ۾ آيو ته ٽڙ وهائي پڇانس ٿو ته ڪڏهن ان گهر جي خبر لڌي آهي جنهنجي پيٽ گذر جو وسيلو اهو معصوم ٻار آهي، پر پاڻ جهليندي چيم ' ڀلا اهو ڪهڙو نياڳو مائٽ هوندو جو چاهيندو ته سندس جگر جو ٽڪر نه سڌري. هن جي گهر جي پنجن ڀاتين کي سنڀالڻ وارو اڪيلو پوڙهو پيءُ مهيني کان منجي پيڙو آهي. هي ٻار چار ڏوڪڙ ڪمائي تڏهن پنهنجو پيٽ ڀرين."

"خير ڇڏ انهن ڳالهين کي وڃي ٽوڙ پائي. ڀلا ٻي شادي ڪڏهن ٿو ڪرين؟ يار تو کي شاباس آهي ڏهاڪو سال ٿيا اٿئي زال مئي سدائين ائين پيو هلندين مسٽر (No life without wife.) سچي ٻڌاءِ نامرد ته نه ٿي ويو آهين ها.... ها.... ها.... ها" ڪيس ڇا ٻڌايان؟

"بس ڇڏ انهن ڳالهين کي. نامردي جو ثبوت ٻه هيرن جهڙا پٽ آهن. باقي شادي نه ملندي ته آدم ڪونه آهيان جو ڪک مان جڻيان."

"هاڻي هٽي ٿو ٻناڪ سندس ڪلاس ون ڪامورن ٽيڻ لاءِ وڏيرن وٽ گسن جو دفتر کولي ويهي رهندو؛ وڏن ماڻهن جي دوستي تي فخر، عيش عشرت جون ڳالهيون وات مان گڦ. ڏنو پٽ ڇڏي جو برڪت ڀري ڪمائي جا

مثال غريب عوام جي پيٽ ۾ ڇرو وهائڻ جا جديد ڍنگ".

راڄو واچ کي ڪرائي ڪان هٽ ڏانهن جهٽڪو ڏيندي "هاڻي سمهڻ جو ٽائيم ٿي ويو. گڊ بائي [موڪلائي هلي ٿو] رستي تي وجود کي گهليندو اڳتي وڌيس "سفارش جي جيڪ تي نوڪري ملي اٿس وڏي، ڏهن ٿو انگل ڪري، جي هجي امان وانگي سڪي پگهار تي پاڻهي پتو پويس گهڻن ويهن سؤ آهي. شادي!!! ڪٿان ڪريان شادي؟ هڪ تہ بدي جي وبا پيو تہ هجي پئسو پوءِ سڱ ڪوڙ. پگهار مان گهر جي پورت ٿئي ٿي شادي تہ وڏو مسئلو ٿيندو. پهرين شادي ويل بار هو وڏڙن جي ڪلهن تي مائٽن بہ ٿي آس پوري ڪئي تيسين مور ڳا پاڻ بہ پورا ٿي ويا. موڪي مورن ۾ وجهي ويا. زال بہ سات نہ ڏيئي سگهي، ويئي موت بک ٿي. وري بہ ننڍڙا ٻار تن جي پوري پني ترتيب منهنجي وس ۾ ڪونهي. وري ماءُ ۽ چاچي جو بہ سهارو اڪيلو آئون آهيان. ننڍڙا ٻائر بہ ڪٿڻ ڪمائڻ جهڙا ڪونهن؟ پر مون ڦيڪو تہ ڪونہ ڪنيو آهي؟...... هن يتيم خاني کي پالڻ جي ڪري زندگي تباهہ ڪريان!!!...... ڇو نہ اڳتي پڙهان ڪنهن وڏيري کي منٿ ميڙ ڪري سٺي نوڪري وٺي عيش سان حياتي گذاريان. پوءِ گهر جا ڀاتي ڪيئن پورت ڪندا.. هان؟؟؟ هي سوچ ذهن جي ڪهڙي ڪنڊ مان نڪتي؟؟؟ نہ نہ هرگز نہ، اها خود فريبي آهي، احساس محرومي آهي.

فراريت، اسلم وٽ سڀ ڪجهه آهي پر حساس دل
ڪانهي. پنهنجي ذات لاءِ ڪري ڇهه زندگيون وڃهه
ڪريان. ڏکيو سکيو وقت پاس ڪبو. خرچ گهٽائيندس
سگريٽ پان کان اڳيئي پري آهيان. ڇانهه؟ ڇانهه ۾
ڇڏبي ڇا ڏيندي ڪجهه ڏينهن سنگتي ساٿي جوڪائي
جا ميٺا ڏيندا پر ڇهن حياتين کان متي اها هلڪڙي
خوشامد متي ڪانهي. خواهشن کي گهٽائبو ڪنهن جو
قول آهي؟........... "زندگي آهي ٻين ڪاڻ جيئڻ
جو نالو"

ڇانهه اسلم پياري، آٺ آنا بچي پيا آهن. ڇا وٺان
اخبار؟ پر اخبار ته ٥٧ پئسا آهي، ٺيڪ آهي. اخبار
ڏرسون سيٺ وٺان پڙهندس. هن پئسن سان ٻارن لاءِ
شيءِ وٺندس. ويچارا گهر ۾ گهڙڻ وقت ڪيڏي پاٻوهه
سان اکين ۾ پڇندا آهن بابا شيءِ.

سامهون سيٺ سيٺيو ويٺو آهي. نوڪر تور ۾ رڌل
آهن. ڪپڙن ڦاٽل ڏيل ڏريل مزور مڙا ويگر وانو وٺڻ
لاءِ بيٺا آهن. سندن اکيون پريل دڪان ۾ قسمين شيون
ڏسيو وري کيسي جو خيال ايندي هيٺ جهڪيو وڃن.

"اڄ ماستر ويهه" سيٺ ويهڻ لاءِ چيو، اخبار کڻي
پڙهڻ لڳس، اٺ آني هٿ ۾ جهلي اٿم.

"ماستر اسلم سان مليو آهين؟"

"ها اڄهو مليو اچانس"

چالو ٿي ويو ڳالهه ۾ "ڀلي موجون آهن انهن

جون، راڳا پيا ڪن، اسين وبهي ويهي مري وينداسين، هن ڪن ۾ پيا آهيون.“

اخبار پڙهندي سوچيندو رهيس انسان ڏاڍو لوڀي آهي. هن سيٺ وٽ هيڏو پئسو پوءِ به حسد ۽ ساڙ ۾ جلي پيو. اڃان به سڌڙيو نه آهي ته وڌيڪ ملڪيت گڏ ڪريان، شهر ۾ ڪو وڏو ڪاروبار ڪريان. لکن مان وڌائـي ڪروڙ ڪريان. ڪروڙن مان اربـن ڪي همٿ وجهان. خواهشن ڪان جند ڇڏائڻ به وڏي ڳالهه آهي.

”سيٺ شاپ ڀڳوان ڏالي اٿ آنا. هي معشوم ٻـن ڏينهن ڪان بکيا آهن.“

”هل مائي، سٿو نه ڪاهه هيننر ته هڪڙي وڻي ويٺي آهي وري مٿان تون.“

سـڪل، جهڙي تيلي، ڪپڙا ليڙون ليڙون، ٻه ڪارا ڪوجها ٻار الف اگهاڙا ٻار ساڻ. نماڻي ناري اڻين آني لاءِ چڙهن جي تيرن جا گهاءَ پي سئا.

”شيٺ شاپ ٻچن مان لک ٿيندءِ. سچو ڏينهن رلي پئي ٿڪي آهيان. ٻـن لـولـن جيترو ڏوڪڙ ڪونهي. ڀڳوان نالي اٺ آنا ڏي مسڪين کي، هـي پسون بک سهي نٿا سگهن.“

”هل رن ترڪتال ڪونهي ڪليو........ هل اڃان بيٺي آهين، منهنجي همٿ مان اٺ آني ڪري پيئي، چڪات تي مائي ۽ ٻارن جون نگاهون سـڪي تـي ڄمي ويون. ٻارن سون ڪي گهوري ڏٺو چڻ منهنجي چـوري جهلجي

پيئي، هٿن ۾ حرڪت آئي- اٿ آنا ڪڍي مائي جي تري تي رکيم- موٽ ۾ دعا جا جملا جن ڇپن تي پڳوان جي سدا هئي تن تي خدا جو نالو پرڻ لڳو ”خدا خوش رکنده، ٻچا ٻچندءِ، سائين لک ڏيندا.“

گهر هلڻ لڳس ذهن تي ڪيئي سوال- سوچن جي واچوڙن ۾ ونجڻ لڳس ٻارن لاءِ شئي- فقيرياڻي جا اگهاڙا ٻار، هيڻا هڏ- سيٺ جي بي رحمي- اسلم جي مدي خارج سوچ، گهر اندر داخل ٿيس ٻئي ٻار نمائيون ماڻڪيون ڪڍي خالي هٿن ۾ تڪي رهيا هئا- منهنجا هٿ خالي هئا پر ذهن جي پردي تي فقيرياڻي جا ٻار رکي مائي هٿ ۾ جهلي خوشي سان کائي رهيا هئا. رکي تي به سرها هئا.

# ماڻهو اپاڻا دليون نہ جوڙين

شام جو وايو سنڊل هن ننڍڙي اسٽيشن جي ڪراسنگ
پل مٿي الهنديءَ ڏس منهن ڪريو ويٺو آهي. سامهون
سج ٽڪرين جي چوٽين پٺيان لڪي رهيو آهي. وري
سڏو ٿي پٺيان نهاري ٿو. سندس نيڻ ڪجين جي گهاٽن
جهڳٽن ڏان ترڪنديون وڃي ڪينجهر جي نيري پاڻيءَ
تي پيون. ڪينجهر جو نظارو نظر ڪٿ تائين پسندي
”انسان جي دل ۾ ڍنڍ آهي. سنجهس هزارين لکين
مانگرمچ پيا پلجن“ سوچن جو سمنڊ اٿلي پيو ”هن
ننڍڙي شهر ۾ شام جو ونڊر لاءِ هي اسٽيشن ئي تہ اهڙي
جڳهہ آهي، جتي ڪي پل سڪون ۽ تازي هوا پلئہ
پئي ٿي پر ڪا ريل گاڏي زوزاٽ ڪندي ٽپندي تہ
اهي سڪون جون گهڙيون بہ ويهہ ٿيو پون. هي جيون
بہ ڪو جيون آهي؟ سماج جڻ سٽ سٺيو راڪاس!!
هڪ مسئلو حل ڪجي تہ ٻيو ڪر کنيو ويٺو آهي.
صبح واري ڳالهہ هينئين تي هري آيس. ”ان مهل زمين
جاءِ ڏي تہ گهڙي وڃان. ويچاري ادي، لاڏڪوڏ مان
پاليل ڀيڻ، ڏيءَ کي ڪيچ ۾ کڻي آئي ”ادا هي پنج
رپيا وٺ، مائي ڀاڳل جي رلي ٽانڪيم تنهنجا مليا اٿم.
هن ڏيئري جي حالت تہ ڏس- هن حال ۾ مهينو اڃي
ٿيو اٿس. رات جو رڙيو ٿي مري. ڪا دوا وٺي ڏينس.“

ڀيڻ جي اکين ۾ لڙڪ ڏسي دل جهجهي پيس ”ادا

۽ ٿي ڏوڪڙ پيا تہ پورهيو ڪري پوءِ ڏينديسين.“

”ڪيس ڪيئن سمجهايان تہ منهنجي جيجل پٽ تنهنجي ڪڪيءَ جون رڙيون رات جو سون کي بہ سمهڻ نہ ڏينديون آهن. جڏهن ڪڪي ”ابا.... ابا....“ ڪري دانهون ڪندي آهي، تڏهن دل تي ڇا گذرندو آهي“ پاڻ رڳو ڪنڌ جهڪائي ڇڏيو هئائين. پٽس هلي ويئي ”ادي جو ڪهڙو ڏوهہ؟ ڪنهن ڪان گهرندي؟ آئون ٿي تہ سندس سهارو آهيان، پر پنهنجي اولاد لاءِ ڇا ڪري سگهيو آهيان؟ ڪجهہ بہ نہ—؟“

سندس نگاهون لهندڙ سج جي پيلاڻ ۾ ڪٿي ويون پڻين وارن تان هٽ ڪياڙي تان ٿيندو قاتل ڪالر تي ڄمي ويس. ڪالر تان هٽ هيٺ ڀرڪي ڳل تي آيو ڏاڙهي جا وڌيل کهرا وار هٿ تي لڳس. ”ڏاڙهي کوڙيندي بہ هفتو ٿي ويو آهي اوچتو پل هيٺان تيز گام اسيءَ جي اسپيڊ ۾ گهوگهاٽ ڪري اچي متي، سندس سوچن جو سلسلو ٽٽي پيو. تيز گام جي آخري گاڏي جي ڪاري پٽ تڪڙو پري ٿيندي ويئي. ”ڪاش سونڪان سور ۽ پور بہ پل ڪن لاءِ ائين تکو ڏور هليا وڃن! تہ سانتيڪو ساهہ کڻي سگهان!!“

”اڳي هن مهل تہ دوستن جي جهڳٽي ۾ هوندو هئس، ڪيسا ڀريل هوندا هئا. اڇا اجريل ڪپڙا پيل هوندا هئا. پئسي کي ڪا اهميت ڪونہ ڏنيم. دوستيءَ ياريءَ تان نوٽ گهورڻيندو هوس. لئہ هئم، ڏوڪڙ هئا

بابا جي پينشن جا، ڪاٺي ٻي اڏائي ڇڏيم. پر مون ڇا ڪاڏو پيتو. اڄون ته نه سگريٽ پيئان نه پان ڪايان ڇانهه به ڪيئن مهل، سڀ سنگت جي حوالي هو. پئسو هو ته يار به ويجها هئا. اڄ پينگيو آهيان ته ڪو سنگل ئي ڪونه ٿو ڏيئي. نوڪري تان به جواب مليو. آوڊر به هاڻ ته ڪير نٿو ڏيئي. اهيا دوستي يساري سڀ ڪوڙ فريب!! ها اِهي سڀ حياتي جي مصلحتن جا نالا آهن. ڪو ڪنهنجو يار ڪونهي. ضرورتون ئي هڪ ماڻهوءَ کي ٻئي ويجهو آڻين ٿيون. ضرورت پوءِ پئسي جي صورت ۾ هجي يا اڪيلائي جي احساس کي مٽائڻ جي ضرورت اها به ته ضرورت آهي نه؟ ته ڪو ڳالهائڻ وارو نه هجي ته پوءِ دوست ڳولهڻ ضروري آهي.

سچ لهي چڪو آهي. پل جون سيڑهيون لهندو اڳتي وڌي ٿو. پليٽ فارم تان هلندو شهر ۾ داخل ٿيو. سامهون هوٽل تي پراڻي سنگت تي نظر پيس. ڪلن پيا ٽهڪ پيا ڏين. ڪيس ڏسي منهن ڦيرائي ٿا ڇڏين ”دوستن مان دعا سلام ته ڪجي؟“ ”جڏهن هو ملڻ لاءِ تيار ناهن ته هروڀرو پير جو ڏينگر ڇو ٿيان“ ”جڏهن سٺيو هوس ته پڪ ئي ڪونه ڪيندا هئا. لاڪن وڏو اديب به هئس، دانشور به هئس، عظيم به، ۽ خبر ناهي ڇا ڇا؟؟؟ نٽر ملان، متان سمجهن ته ڇانهه ڪوپ لاءِ لڙيو آهي. پيٽسان ڊپلوميٽ.... حرامي.... نه ويندس اسان جهڙن انسانن وٽ خود اعتمادي ڪانسواءِ آهي به ڇا؟“ اڳتي وڌي

ويو. مڙي ڏڏائين ته ڏانهس چپر نظرن سان نهاري کلي
رهيا هئا. ڪاوڙ ته ڏاڍي آيس پر سوڙ پئي ويو. هڪ
پاڻ ۾ ڪائيندڙ يار به.... پر وچي ڏوڙ پائين.... سڀ
هڪجهڙا به ته ڪونهن. ويچارو ساگر....!! اچا ڏائين
ساڳئي پيار ۽ حب سان ملندو. آهي به مون وانگي هٿن
تي پانگ مڙس. تڏهن ئي ته قرب سان ملي ٿو. سفيد پوش
هجي ته پيچي ئي ڪونه. ها، ان ڏينهن هو هرو ڀرو دانشور
آڏو آڻي مليو.... ٻلي جهل ئي نه ڏي، گڦ پئي وهيس،
اخبار ۾ ڪي به ليک ڇپيا اٿس ته زمين ڪان مٿي پيو
هلي. پر مون ڪي ته اهي به سنڌس لکيل نه ٿا لڳن.
جنهن ماڻهو کي ادب جي الف جي به خبر نه هجي
سو پاڻ ڇا لکي سگهندو. پڙهي پيچ به نه. ويچارو ساگر
جيڏو اٿس عقل ۽ عمل اوترو آهي سادو."

هاڻي شهر جي پوئين گهٽي ورتي اٿس. وچ مان
وڃي به ڪيئن؟ سنهن ۾ ڏاڻ مل جو قرضي، ڏوڙ
اڳيان گاهڻ مل جا ڪپڙي جا پئسا. بڙ واري هوٽل
تي وڃڻ هوئن ئي بند اٿس ويچارا واڻيا اچا بسه فضيلت
سان قرض جي گهر ڪندا پر مسلمان جو قرض هوندو
ته خوار ڪري ڇڏيندو، اجهو سامهون ماستر پيو اچي.
هاڻ جهلجي ويس."

"هلو جناب سارنگ، صاحب."

"سائين وڏا، خوش آهيو چڱا ڀلا جوڙ، ڇا حال آهي؟"

"بس ٺيڪ آهي. يار سارنگ، پنهل کي ڪتاب ته

وڏي ڏي سال ۾ باقي ٻه مهينا آهن. يار ڪمال آهي. اوهين پڙهيل ڳڙهيل اديب ماڻهو ٻه ٻچن تي توجهه نٿا ڏيو پوءِ ڀلا ڳاڙو ڪيئن هلندو؟"

"يار مائين شرمندو نه ڪر. ٻئي سڀي ٻن ٽن ڏينهن ۾ وڌي ڏيندوسانس."

"چڱو ڀلا مان هلان ٿو! ادي جا مهمان آيا آهن ڪم سان پيو وڃان. ڪوشش ڪجانءِ" ماستر هليو ويو پاڻ اڳتي وڌيو.

"يار ماستر اٿئي ڀاءُ جو ٽيڪو جو ٽپيداريءَ مان پيو پورٽ ڪري نه ته خبر پئجي وڃڻي ته گهٽين وٺهين سڀو آهي."

چوڌاري ماحول کان بيخبر ساڻا پير گهٽيندو وڌندو وڃي "هاڻ هن پنجن رپين مان نينگري جي ڪهڙي دوا ملندي؟ سڪي اڃي ڪنڊا ٿي آهي. رات ته ڪنگهي به ڪانه پئي سگهي. مس ڪو ڇوٽڪارو ٿي ڪيائين" ايتري ۾ ڊاڪٽر الطاف جي اسپتال ويجهو اچي پهتو "واهه جو موقعو آهي ڊاڪٽر هن مهل ويو هوندو گهر، ڪمپائونڊر کي ٻه ڏوڪڙ کيسي ۾ وجهي کي گورين جا مڪسچر وٺي وڃان، فائدو ته ڪونه ٿيندو پر اديءَ جي دل کي ته تسلي ٿيندي ۽ ٿوريءَ ۾ ڪم ٿي ويندو" اسپتال ۾ گهڙيو ڊاڪٽر جي ڪرسي خالي ڏسي سرهو ٿيو.

ٻاهر نڪتو ته سندس پاسي واري کيسي ۾ شيشي

هئي ۽ ٻه ڏي ڇب ”هاڻ ٽڪڙو پڃان گهر ٻيو تہ
کو ڏڪائو ڏي ڪونهي، پر هُن ٻچيل رهئي سان ڇا
وڏان، اٺ آني جي ٻارن جي شيءِ اٺ آني جون سلنديون
۽ ڊائيزيپام، ڪائي ڪندس ننڍ پوءِ پيڙيان پنڌ ڪي.“

رات جو اونداهي ۾ ٽڙندو ٿاٻڙندو ڳوٺ ڏانهن وڌڻ
لڳو. سوچون، ڳڻتيون، مونجهارا، ٻئي طرف ان تي ٻہ
سرهو آهي تہ ڀيڻ دوا ڏسي ڪيڏي نہ خوش ٿيندي؟؟

گهر جي چانئٺ تي پهتو ڳوٺ جون مايون گهر
۾ ويٺل ڏڏائين پيٽس منجيءَ جي پير ۾ اونڌو منهن
ڪريو سڏڪا پئي ڀريا. منجي تي پيل آهي هڪ
معصوم جسم، دل ۾ آيس رڙ ڪري چوي ”ادي منهنجي
پياري ڀيڻ آٿ ڏس سون ننڊڙي راڻيءَ لاءِ دوا آندي
آهي.“ ايتري ۾ ننڊڙو ڀاڻيچ ڇيچ ۾ جهلي چيس ”ماما
او ماما راڻي ڀيڻ ملي وئي.“

”ڇا چوان ٻار کي اهيو ڏي تہ بابا راڻي هلي وئي
پاڻ کان ڏور، هن ڪوڙهئي سماج کان ڏور جتان ڪوبہ
نہ موٽندو آهي. جتي ڪوبہ دوائن ۽ ڊاڪٽرن جو
محتاج ناهي. بلڪ ۽ اجهي جو محتاج ناهي“ ۽ ننڊڙي
ڀاڻيجي کي ڀاڪر ۾ ڀري ڇاتي سان لائي ٿو ڇڏي.
لڙڪ لڙي ڌرتي ۾ سمائجي وڃن ٿا.

# احساسن جون سرحدون

هن ڪمري سان منهنجي ماضي جون ڳڻيون گهڙيون ڳنڍيل آهن. يادن جا ڪڪر ڪنڌ ڪڍي اچن ٿا. ماضي جو البم اٿلائيندي سوچ اتي اچي بيهندي آهي سڄي هاسٽل کان پري نويڪلو هي ڪمرو جڻ ڏاهيو ٿي اسان لاءِ ويو هو، جڻ اسان جي ننڍڙي ڪائنات هئي. ٻه ساٿي، ٻه کٽون، ٻه ٽيبلون، ٻه ڪرسيون، سڀهو ٿلهو سامان هڪ عدد ريڊيو ٻئي دنيا سان واسطو منهنجو ته هو، البت نواز جو گهڻو منهنجي غير موجودگي ۾ سنڌس رهاڻيون، پنهوالي رمون سان ٿينديون هيون.

صبح جو اٿي تياري ڪري ڪاليج ويندا هئاسين. موٽي اچڻ کان پوءِ ڪجهه دير آرام ڪري آئون راهي ٿيندو هوس پنهنجي روزاني ڪرت تي.

ادبي دوستن سان ڪچهري هوندي ۽ هن شهر ۾ اديبن شاعرن ڪامريڊن جا ته گودام آهن. مون کي نواز جو الڪو هوندو هو ته همراهه اڪيلو هوندو. پوءِ پڇڻ جي ڪندو هوس. ننڊ وچ ۾ ڦٿائيندو هوساڻس. ڏاڍو مٺو وقت گذرندو هو. ڏاڍو پيارو ساٿي، ڪل خوشي ۾ گذاريندا هئاسين. پر رات ۾ منهنجو ساٿ نه ڏيندو هو. ساٿين جي سيڙن ۾ گڏجاڻين کان ڪيٻائيندو هو. جڻ ڪيس ڳڙ ڪاٽي ويندا.

ڪاليج جو پوڙهو پنهوالو به اچي اسان جي ڪمري

۾ محفل مچائيندو هو. جڳ جهان جون خبرون سندس من ۾ ڳالهين جون ڳوٺيون هيون سي سڀ چنبي رکندو هو. نواز سائس هر ڳالهه تي چسي ملائي ٺهڪ ڏيندو هو.

ڪاڪو رمون ڪنهن لاءِ وقت جو اظهار ڏاڍي ڪڙي نموني ڪندو هو. وڏا حرامي آهن پيسان وائي ٽڙا“ بس اهوئي جملو هو جو نواز جي ٺهڪن تي ٽانڊا ٽي ڪرندو هو. ۽ اباڻڪو ۽ مايوس ٿي ويندو هو. انهن لفظن ۾ ڪهڙي ڪشش هئي جو منهجي ويندو هو پر وري به پاڻ کي سنڀالي وٺندو هو. مون محسوس ڪيو ته اوچتو منهن تي لاڙها چاڙها سندس اندر ۾ برندڙ آگ جا آلا هئا.

نواز سان گهاريل هر گهڙي هيمئين تي تري ٿي اچي موکل ملي ڳوٺان ٿي ايندا هئاسين ته ڪجهه وياڪل وياڪل نظر ايندو هو. مون کي پڪ ٿي ته ڳوٺ جي ڪنهن الهڙ ڇوري سان نيهن اڙايو اٿس جنهن جي ڪنڊ ۾ اباڻڪو ٿيو پيو هلي پر سندس هر جملا حيرت ۾ وجهي ڇڏيندا هئا يار سچ پڇين ته ڳوٺ ڪان هتي ڏاڍو سهڻو وقت ٿو گذري. دل ٿي چوي ته سدائين پيئي پڙهائي هلي پر ڪاٿي ڪنڌ تي ايندي ته پوءِ ڪهڙو ڪنهن ڪر ڪن.“

”پيلي تون به عجيب ساٿو آهين. پنهنجو گهر، پنهنجو ڳوٺ، سنگت ساٿ، مٽ مائٽ، پاڻ ته يار ٻن هفتن کان پوءِ ڳوٺ نه وڃون ته اوهه ٿو ڦاٿي جيسين

وڃي اباڻا ڪک ڏسون، رس رهائيون ڪري تازا توانا ٿي موٽندا آهيون سچ پڇين ته سڳهه سوٽيو اچي ۽ حسرت پريل نيڻن سان مون ۾ تڪيندو رهندو هو. ٿڌو ساهه ڀري چوندو ”ها يار سڀاڳو آهين“ اسان جا اهڙا ڀاڳ ڪٿي!“

ڀلا ٻڌاءِ ته ڪٿي ڳوٺ ۾ تو کي سک ڇو نٿو اچي؟ ڪهڙي ڳالهه آهي.“

بس يار ڪي اهڙيون به ڳالهيون هونديون آهن جي دل ٻڌائڻ تي گهٽو هرڪائيندي آهي پر ڇئي به نه سگهبيون آهن ڪي گهريلو مسئلا هوندا آهن اوڙي پاڙي جا ڏچا هوندا آهن؟“

”ڀوءِ مان ته ڪو دشمن ڪونه آهيان؟“

”ڏس تنهنجي سنگت مون سان آهي، باقي انهن ڳالهين ۾ تنهنجو ڪو اچي نڪو وڃي.“

آئون ڪٿي چپ ڪندو هوس.

هڪ ڏينهن ڪلاس مان پڙهوالي نواز کي سڏي ٻڌايو ته ”ٻاهر همراه پيو سڏيئي“ ڪلاڪ ڪن ڪان پوءِ موٽي آيو سندس منهن تي هيبت هارجي ويئي هئي. جڻ بدن ۾ ست ئي ڪونه هئس. اچي پڙ ۾ ويٺو مون کي اڻ تڻ ٿي.

”ڇو خير ته آهي نه ڳوٺ ڏانهن؟“

”مڙيئي خير آهي.“

پوءِ ايترو لٿل ڇو آهين، همراه ته خيري آهي نه؟“

ٿورو گهڻو وجهي چوڻ لڳي ”اڙي بابا سڀ خير آهي، همراه مڙيئي ماڻ آيو آهي.“

موڪل ملي باهر نڪري چيائين ته ”تون هل ڪمري تي آءٌ شهر مان ٿورو ڪم لاهي اچان.“

در کوليم، همراه ڪيڪاريو، ويٺاسين، رواجي ڳالهه ٻولهه کان پوءِ چپ ٿي ويس آءٌ همراه کي تڪڻ لڳس. چڻ نواز کان ۲۰ سال وڏو ويو هجي. شڪل شبيهه چڻ نواز پاڻ ويٺو هجي. خبرون چارون ڪيوسين، ”ادا آءٌ نواز جو سوٽ آهيان پر سمجهه ته ڳالهه ساڳي آهي هڪ گهر جا ڀاتي آهيون ملڻ آيو آهيانس.

ماني ٽڪي کائي همراه ٿيو روانو. مون شهر پڄڻ جي ڪئي رات جو موٽيس ته گس ۾ چاچو رمون مليو چئي ”بابل پاڻ وارو يار چاڪ آهي؟“

”ها، ها ڇو؟ آءٌ ته چڱو ڀلو ڇڏي ويو آهيانس.“

”بس يار مزو نه ڪونهي سنجهس ٻيلي همراه دل جو آهي درياهه سونت ڏئي ڪونه ٿو. آهيس ته جهوري ڪمري ۾ گهڙيس ته رلي مٿان ڪريو ليٽيو پيو آهي.

”نواز! طبيعت ٺيڪ اٿئي؟ ڇو ڀلا ونيو سنيو پيو آهين؟“

”ڪجهه ڪونهي، اهڙي ڳالهه ڪانهي. تون سڀ ٻڌ، مون کي ننڊ اينديءَ ته سڀ ٻڌندس.“

”يار ڳالهه ٻڌ پاڻ دوست آهيون. ڏک سک ۾ گڏ يارن سان ڪي ليڪا دل ۾ رکڻ اها چڱي ڳالهه

نہ آهي؟ هاڻ تون سڄي رات پيو لڇين ۽ آئون ستو پيو هجان. پيلي مڙس ٿي جيڪا مَن ۾ ڳالهہ آهي، سا چئي ڪر تہ جھنجھٽ لهي. رڳو ڳجھارت ٿيو پيو آهين آخر ڪهڙي بلا آهي جا ڳيهندي وڃنئي؟

رڪي الاهي اٿي بيٺو ”اوهين اديب رڳو ڊاڙون هڻي ڄاڻو اوهان جي ايڏي گجي ڪانهي جو ماڻهو ڏک سور هضم ڪري سگهو آخر تون ڇو اڃي منهنجي پٺيان پيو آهين. تو ۾ ايتري ٿوم ئي ڪونهي جو منهنجي اندر جو احوال ٻڌي سگهين. رڳو ڊائلاگ بازي ڪري ڄاڻو. حقيقتن کي ويجھو وڃڻ پر ڪَٽ پرورٽ ڪان ڪوهين ڏور رهو، هاڻي بڪ بند ڪري سمهي پئو.“

”ها ها اسين تہ ڊاڙي آهيون باقي تون دولهہ دريا خان آهين گڏ رهون. ڏک سک ۾ ساٿ آخر ڪهڙو تہ تنهنجو ڪنڌ جو جهاز ٻڏي ويو آهي، گهر کي باهہ لڳي خير لڪاءِ لڪاءِ سڙ، پڇ، ٻر پر ڪڙو تہ نہ ڳالهاءِ.“

شيخ ٿي ويو ”چڙي وئين نہ سچ تي مچ لڳئي نہ؟ چڱو!؟ سڏو ٿي ويٺو ”چڱو ايڏو ضد اٿيئي تہ ٻڌ پر اهو واعدو تہ تو ٻڌي مون ٻڌي باقي هن ڪان پوءِ تون ۽ آئون هميشه لاءِ ڌار ٿي وينداسين ڇاڪاڻ تہ آئون تو اڳيان ڪاٺيارو هوندس ۽ توکي ڪڏهن نہ ڪڏهن مون ڪان نفرت ضرور ٿيندي ان لاءِ اهڙو نمونو هلنداسين جڻ حياتي جي ڪنهن پيچري ڪک پن وانگر نڪريا هئاسين ۽ وچڙي وياسين هميشه لاءِ.

مون ڳالهائڻ جي ڪئي پر روڪي ڇڏيائين ”بس پٽ هاڻي گپ نه ڪر“ سندس اکين مان آلا ٿي نڪتا زندگيءَ جو سچو زهر مون تي ڇنڊڻ لڳو ”بابا کي هڪ ڌيءَ جڻڻ کان پوءِ ڪوبه اولاد ڪونه ٿيو. پٽ لاءِ سڪندو هو. سندس چوڻو ڀائيٽو پٽ ڪري سانڍيائين گهر جو سڄو ڪاروبار سندس حوالي ڪري ڇڏيائين. ڀائيٽو به تمام گهڻو هئس. وچ ۾ به ڏهاڪا سال اُهين لنگهي ويا بابا اکين کان ويهي رهيو ايتري ۾ امان کي وري به اميد ٿي جنهن سان بابا جي دل بهار ٿي ويئي اتساهه ۽ اڪير جو درياهه ڇوليون هڻڻ لڳس ته هاڻ پيري ۾ من ڪو رب کي رحم پوي. پٽڙو ڏي ته پٽ سڄائي ٿيئي منهنجي وڏي پيڻ سان ٿي.

مون حياتي جي اوسر ۾ اوڙي پاڙي واري جي پيار ڀري نگاهه نه ڏٺي. جڻ سڀ اکيون مون کي نفرت جا ايٽم پيون اڇلائين. ۽ سندن سس پس مون کي ڏڪائي ڇڏيندي هئي. عجيب وهم ڪٺي اچي گهر ۾ ڊهي پوندي هوس. تان جو ماڻهن جي ميڙن کان بچڻ اچڻ لڳم ۽ اڪيلو رهڻ ۾ پاڻ کي ڀاڳ وارو سمجهندو هوس.

اسڪول وڃڻ لڳس. مکيو ستابو هئس. سڀ منهن تي خوشامد ڪندا هئا ۽ پر پٺ آگريون کڻندا هئا. پيڻ تي ڳالهه گهي ويندا هئا. انهن ڳالهين تان به ٿي پيرا ڪجهه ڇوڪرن کي مڪون وهائي ڪيدم

هڪ ڇوڪري روئندي جيڪي لفظ ڪڍيا اهي اڄ به
سيني ۾ ڀالي وانگر ڪتل آهن"

"ڪهڙا لفظ؟"

"تون ڇپ ته ڪر. پوءِ ٻڌايائين ته ته- يا ڪڏهن ڪا ڳوٺ جي پوڙهي ڇوندي هئي ڇوڪري ۾ پٽس جي ڪابه آهنياري (نشاني) ڪانهي"

من ۾ مانڊاڻ متل هو. اٽل پٽل هئي، گهر جي ڪٻٽ ۾ لڳل ٽڪ ۾ پاڻ کي ڏسي ڏکي ويندو هئس. مون کي پنهنجي شڪل کان نفرت ٿيڻ لڳي. ننڊ موڪلائي ويئي"

"هڪ رات جاڳندي پور پچائيندي وڃي آڌي ٿي ننڊ نه آئي. اٿي گهر ۾ چڪر هڻڻ لڳس، اڱڻ ۾ ادي ٻارن سوڌي ستي پيئي هئي پريان بابا جا ڪمري ۾ کونگهرا پئي لڳا. سوُٽ عارب جي ڪمري کان پهرين امان جو ڪمرو هو جنهن مان هلڪي روشني در جي چيٺن مان ليئا پائي رهي هئي. هن مهل تائين جاڳي پيئي پر امان ته هونئن ٻتي وسائي ننڊ نه ڪري سگهندي آهي. وڌي ويس. در جي ميز مان اندر جهاتي پاتم. جو منظر ڏٺم سو ڪنهن ٻم جي ڌماڪي کان گهٽ نه هو امان ۽ سئوٽ هڪٻئي کي ڇنبڙيا پيا هئا.

بس ڪيئن اڳتي وڌيس، اڱڻ ۾ ڪيئن لنگهيس. ڪٽ تي پهچڻ جي به مون کي سار ڪانه هئي.

رات ڏاڍي آهي. اونداهه ۾ ڇا ٿو ٿئي پره ڦٽي ۾

سهائي تي سڀ ڪجهه ٺيڪ ٿيو وڃي. مون رات ڪيئن
ڪاٽي؟ پرهه ڦٽي جو بنا موڪلائي ڇڪيم پنڌ ڪي.
ڪئين سوچون هيون احساس جي ولوڙ ۾ ولوڙجندڙ
وڌڻ لڳس. مان بيغيرت آهيان. بزدل آهيان. حرامي ڦر
آهيان اهي ئي لفظ هئا جيڪي اسڪول ۾ ڇوڪر مون
کي چيا هئا ”مان حرامي ڦر آهيان“ ڇو بندوق جا پئي
نال نه ڇوڙيم. پاڻ کي ساري ڇڏيان ها، گهر کي باه
ڏيئي ڇڏيان. پر آئون جيئرو ڇو آهيان پڌاءِ دوست آئون
اڃان زنده آهيان يا ڪو چرندڙ ڦرندڙ لاش آهيان ”پڌاءِ“

مون ڪان سڌو نه ٿيو ڇيم ”نواز! بس ڪر بس ڪر
نواز“ منهنجا دوست مون تنهنجا ڏت اڪوڙيا آهن. مون
کي معاف ڪر پيارا مون وڏو ڏوهه ڪيو آهي.

”نه نه تنهنجو ڪوبه ڏوهه ڪونهي ڏوهه ته منهنجو
به ڪهڙو آهي؟ پر جاني ڪڏهن ڪڏهن وينڊڙ وهي
جا ڪيتا اينڊڙ وهي لوڙيندي آهي. مون ڏک سان
اکيون ملائي جنگ ڪئي آهي. پر تون ڇو ٿو ڏکوئين
مون کي هي حياتي جو هماليه پنهنجي سر سر ڪرڻو
آهي جي ست ساري نه سگهيس ته پوءِ ڪري پري
پڪ ٿي وينڊس پر تو کي ڪهڙو حق ٿو پهچي منهنجي
ذاتي مسئلن ۾ دخل ڏيڻ جو“

رات نيا ڳي سڄو وقت تڙپندي رهي ليٽندي رهي
پرهه وايو منڊل جي منهن تي سهائي جا ڇنڊا هنيا،
هو بيگ کڻي وڃڻ لڳو. مون وڏي وڃي ٻانهن ۾ هٿ

وڌس. ”مون کي ڇڏي ڏي. وڃڻ ڏي.“

”ڏس پهرين ٽوڪي ڇو هيم ته هاڻي پاڻ گڏ رهي نه سگهنداسين پلا مان پنهنجي حياتي جو بار ڀين تي ڇو ڪيرايان جي دوست آهين، همدرد آهين ته پوءِ سمجهه پل اپل لاءِ مليا هئاسين ۽ واڇوڙن ۾ وڇـڙي وڃڙي وياسين وري ڪنهن لهر ۾ لڙهي ملياسين تـه ٻاهه نه ته به موڪلائي- يارو ياري.“

هو وڌندو ويو. هڪ قدم ٻه قدم فاصلا وڌلدا ويا. منهنجا حواس ڪم ڇڏيندا ويا. احساس جون سرحدون ختم ٿي ويون.



# سچ سپاڏي اپرندو

نه وناهه پڌو، نه اکيو. نه ساڻ سنوڻ نه ڳيچ ڳائي کيس ڪپڙا پارايا ويا. شادي لاڪس نئين ڳالهه نه نه هئي سندس ذهن ماضي جي دفتر تان ٻوڙندو ١٩ سال پوئتي هليو ويو.

جڏهن رت ۾ ستت آيو هوس. جواني ديرو ڄمايو هئس، ڇاتيءَ تي ٻه هماليه جون چوٽيون اڀريون هيون. بدن ۾ قدرتي سگهه آئي هئس. رڳن ۾ رباب وڄيا هئس. سيني ۾ سرندو ڀريو هو. اوچتي تبديلي تي حيران هئي.

وري پاڙي جي ڳڀروئن جون نگاهون مٿس کڄنديون هيون ته هٽنديون ئي نه هيون کيس خبر نه هئي پر ماڻس ڇنڀيندي چيس.

”اي ڇوري ڦاپل ڳره تان پلاند ته ورائيندي وڃ هاڻ ٻار ته ڪانه آهين. اڻ جيڏي اچي ٿي آهين. ڪجهه حيا سڪ پنهنجو پرائو ماڻهو ڏسي پلاند ورائيندي وڃ“.

تڏهن کان اوپرو ماڻهو ڏسي ڪٽي پاسو ڪندي هئي. ڪونج جهڙي ڳچي سان ڳٽ ڪنيو پئي هلندي هئي سو جهڪي ويندو هوس، ماڻس جي ٽوڪ لاڪس ٻڇي ٿي پيئي.

ان ڏينهن سڀ ڪوه تي ڳڏبون ته هڪ جيڏيون ڪيچل ڪرڻ لڳيون. پاڻ ۾ سڙپڙ لڳي پيئي هين.

ڪتوءَ نڪ ڪي موڙو ڏيئي چيو. ادي وبچاريءَ

مان ظلم ٿي ويو. انهي ٻوڙهي ڪڪ جو ڪٿو ماڻدانو وجهندي ڇا......؟"

ڀاڳل ڀاسو وڌيس "مائٽن ڳالهي ڀڳن ڪي ايترو خيال نه ٿيو ته ننڍي نيڻي نينگري هن وهيءَ ڪاڻل مڙس سان ٿي ڦاسايائون."

سوڍيءَ به سر جهلاين "مٺي ڪڙپيل ڪي ٿي ڏنائون تنهن ڪان ته ڪهي ڇڏينس ها."

هن ڪان ٻه رهيو نه ٿيو ڪڍيائين ڇڙپ "مايون ڇريون ته ڪونه ٿيون آهيون اجايو پيون وسمو آهي ڪچاڙو؟ آئون ڀانيان ٿي ته اهڙو ٻچڙو ڪندي مائي جو راج ڏسندو آپ پيون ٻڪو."

ٻيون سڀ چپ ٿي ويون پر ڀاڳل ڪٿي ٿي مات ڪري "مائي اجايو وڙان نه وڃاءِ ڀاڻهي خبر پوندي جڏهن انهي مٺي دادو ملين سان نڪاح پوندئي اسانجي ٿڻي ڪي سولو ڪندئين."

هي لفظ ٻڌي ٻڌي ويٺي "ته اها ڳالهه آهي ڪجهه ڏينهن ڪان ڪوڙا پيا هلن. مون ڪان لڪ ۽ سس ٻس پئي ٿئي.

"پر دادوءَ ته مون کي ڏيءَ وانگي سانڍيو. آئون ڪيس پيءُ وانگر سمجهندي آهيان سو گهوٽ ٿي منهنجي سيج سنواريندو...... نه نه...... بابا ائين ڪيئن ڪندو؟"

دلا ڪٿي گهر ڏانهن هلڻ لڳي. سوچن جي واچوڙن

۾ ونڃڻ لڳي. ڏنگون ڏي نہ ورنس، ڀاڻ کي سوچ جي
گهري سمنڊ ۾ ٻڏندو ترندو ڀانيائين ”چا بابا مون کي
لاڏ ڪوڏ مان سانڍيوئي ان لاءِ هو تہ .......... دادو
ملئون حياتي جو ساٿ ڏيئي سگهندو. هي زندگيءَ جو
هماليہ سر ڪرڻ ۾ توڙ نڀائيندو“ ۽ ڀاڻ کي هماليہ
تان ڪرندو جهرندو محسوس ڪيائين.

دلا لاهي ماڻس جي پير ۾ ويٺي. ٻل کن لاءِ اکيون
مليون تہ ماڻس جون وايون بتال ٿي ويون. ”هيڏو تاءُ
اکين ۾، ستل شينهن کنهن جاڳايو؟ ڪٿي سچي
قصي جو پتو تہ نہ پيو اٿس.“

نيٺ ماڻس ڪٿي ڪنڌ هيٺ ڪيو. اکين مان ٻہ
ڳوڙها ڳڙي پيا ۽ اهي زمين ڳهي ويئي. ڏيءَ کي
چڪي ڪٿي ڀاڪر وڌائين.

”امان بابا کي پيو گهوٽ نہ ٿي سجهيو تہ ڪهاڙي
تہ هئي. ڏڪ ڏي هڪ ڪرينم ها. تون بہ راضي آهين
منهنجي تباهيءَ ۾.“

”منهنجي مٺي تون بہ ٿي مون کي ڏوهاري ڪرين.
مون تو لاءِ ڪري جتيون جهليون، پادر ڪاڏا، پر جيجل
آءٌ بہ تہ تو وانگي زال ذات آهيان نہ؟ هتي هر ڳالهہ
مرد جي ٿي هلي. پڙهين ڳنڍ ٻڌي ٻيٺو آهي، ڇٺي
اڪيلو سئوٽ اٿم، ناڪو سر آهي، ٻيجاڙيءَ ۾ ايترو بہ
خيال نہ ڪريانس. حياتي تي ڪهڙو ڀروسو، ڏيءَ مٺي
سهايم پر سئوٽ تہ سمانو ڪريان راڄ ۾ ڪنڌ ڪٽڻ

جهڙو ته ٿيان.“

شادي وري ڪهڙي ٿي. گهوٽ، پيش امام، نه دهل نه شرنائي، ديگ پت جي نٿي. رات جو راڄ جون مايون گڏ ٿيون. ڇڻ مٺي جا ڪانڊي ٿي ڪارايائون، ڪيس ڪپڙا پارايا ويا پر ڪيس خبر ئي نه هئي. ڇڻ ڪنهن پير فقير جي سئو سال پراڻي قبر تي پڙ پئجي رهيا هئا. ڪو گوشت جو ڏيگ جنهن ڪي ڳجهون پٽي رهيون هيون، سرڙيون لامارا ڏيئي رهيون هيون. ڪپڙا پيا، ڇڻ پڄري ۾ بند ٿي ويئي. شيهي جي ڪوٺ ۾ جڙجي ويئي. ٿوري دير بعد چڱو مڙس آيو ”امان قابل وارث ڪنهن کي ٿي ڪرين؟“

”وارث“ لفظ پڙاڏو بڻجي دماغ جي گنبذ ۾ گونجڻ لڳو. ”وارثن واريون هيٺن نيلام ٿينديون آهن. منهنجو ڪو وارث ڪونهي؟“

وڏيري جي آواز سجاڳ ڪيس. ”امان جيجي وارث ڪنهن کي ٿي ڪرين؟“

سوال جو تير سيني ۾ کپي ويس ۽ لفظ ترڪي نڪتا ”با......با“ ۽ پوءِ سندس زندگي ٥٠ سالن جي دادو ملين سان ساهاڙجي ويئي. هر پل گهاٽي جو ڦيرو هو سندس وجود کي سرنهن وانگي نپوڙيندو رهيو. مس ٽڙيل مکڙي سڙندي سڪندي ويئي. ماضي جو ابو حال جو مڙس حياتي جو ديوتا، مجازي خدا دادو ملون جڏهن ويجهو ايندو هوس ته سڌ ئي وڃائي ويهندي هئي.

ڪنهن ٻي دنيا ۾ گم ٿي ويندي هئي، خيالن جي گونا گون سمنڊ ۾ غرق ٿي ويندي هئي. مٿس جا ٻاڪر لاڪس ڦاسي گهاٽ جي رسي هئا، ٻوڙهن ڇپن ڪهرن وارن جون ڇميون ڦٽڪا هيون جي سندس وجود کي ولوڙيندڙيون رهيون. ماڻس پڻس به وقت جي راڪاس جي ور چڙهي ويا، وقت جي ويرَ ڪير روڪي، ڀرين ڏي چڙهيائين، سهارو مليس "انڊيا کي لٽ ملي چڪو ٿيو هن سان وندريو وڃي هونديس."

زندگيءَ ۾ گڏ ڪيل محبت جا ڏيءَ تي اوتڻ لڳي مٿ پلٽي ڪسيون ٿي وهيا. ڪسين سان واهه، تان جو محبت جو مهراڻ ڇوليون هڻڻ لڳو. وري وقت جو ڦيٿو ڦريو، ٻيو پٽ، وري ڏيءَ، انهن سالن ۾ ٿي ٻار......

ڪجهه وقت کان ٻوءِ مڙسينس به اچي گوڏا جهڪايا گهڻو ٽڪيو پر نيٺ وڃي قبر پيڙو ٿيو. تڏهن احساس ٿيس "دادو ملون هيئر سون لاءِ وڏو اجهو هو. هاڻي ڪير سندس سار لهندو" اهو وقت به آيو جو ويلا ڪيڻ لڳي، معصوم ٻڪ مرڻ لڳا.

ويجهن سالن ۾ ڳجهيون ڳالهيون هليون پر هاڻ اڳي وانگر الهڙ ڏينگ ٽپا ڏيندڙ هرڻي ڪانه هئي جو پتو نه پويس، "وڃهندم ڪو ٻيو ڳٽ ڳچيءَ ۾، ٻيو ته ڪونهي باقي هي حاجي رمون پيو اڳيان ٿئي، ان سان ته ڪونه ٿا ڦاسائين" ٿيو به ائين، شام جو ماڻهو مڙيا، نه وناه ٻڌو، نه اکيو ٻڌو، نه ساٿ، نه

سوڻ ۽ نہ ئي ڳيچ ڳائي ڪيس ڪپڙا پارايا ويا. وري ساڳيو چڱو مڙس آيو "اڄ وري منهنجو واڪ ڏيڻ آيو آهي." ساڳيو سوال. "امان ڦاپل وارث ڪنهن کي ٿي ڪرين؟" وري بہ ساڳي سوچ "اڄ منهنجو وارث ڪير آهي؟" "نہ پاءُ آهي نہ پيءُ"

جواب بہ اوچنگار چئي جنهن سانئي معصوم اوچنگارون شامل ٿي ستن آسمانن مان زوزات ڪنديون هليون ويون. چڱو مڙس جنهن جو پيٽ اڀريا وڌائي ويو هو. پيٽ سيٺيندي "امان آئون توسان آهيان وارث ڪنهن کي ٿي ڪرين؟"

ڪاڪا سون نانگي جو ڪير آهي. تون ئي ڪٿي ٿي!!

نڪاح پڙهجي ويو آهي، سندس پيئي مجازي خدا جا ڏند بہ ڪري پيا آهن دادو سلين کان ڏهاڪو سال وڏو آهي، هي بہ مرڻ ڪنڌي تي آهي.

هن کان سئو ٿيندو ڪريان پاڻ کي پورو، سورن کان چئي پوان، ذهني ولوڙ تيز ٿيندي وڃي. ٻـر ٻارن جو ڇا ٿيندو؟ هو ڪيئن جيئندا؟؟.... نہ پنهنجي ڪري هنن جي زندگي تباه نہ ڪندس. جيئرو رهي کين جيئڻ سيکاريندس. سندن حياتي پاڻ وانگر ويهہ نہ ڪنديس. کين صحيح رڳ لائيندس پورهيو ڪري کين پڙهائيندس.

# پينل ڏيٺ

ماڻهن جو ميڙاڪو آهي. فائيل هٿن ۾ اوسيئڙي جي
ڪوهيڙي ۾ وڪوڙيل آهن. جنهن مهل به پٽيوالو
ڪنهن جو نالو وٺڻ لاءِ ڏانهن منهن ڪري پڪاري
ٿو ته سيني جا ڳاٽ اوڏانهن کڄيو وڃن، ڪن پٽيوالي
جي رنب پٽڻ لاءِ ڪڙا ٽيو وڃن. پٽيوالو واري
سان سيني کي پڪاريندو اندر موڪليندو وڃي.

جن وٽ ڪنهن وزنائتي ماڻهن جا هٿ اکر آهن تن
جـي منهن تـي سرهائي آهي، جـن وٽ ڪو جئيڪ
ڪونهي تن تـي نراسائي جو راڄ آهي. انـور به انهن
اياڻن مان آهي جن وٽ ڪو به جئيڪ ڪونهي. سڀ
اوسيئڙي ۾ آهن، انٽرويو جي سڏ لاءِ.

هو به صبح سان گهران سليمانـي چانهه سان اٺيي
ماني جـو اڌ گراهه ڳڙڪائي اچـي ويٺو هو، نمبر اچڻ
جي انتظار ۾.

هي انٽرويو جا سلسلا ڪڏهن ڪٽندا- پاڻو به هاڻي
ته تنگ ٿي پيو آهي. رات به ڪاوڙجي پيو چئي پيو،
”اهڙو سون ئي گهوريو جو ڪن ڇني- پڙهيو ڇڱو آهين
پيٽو اسان تي چٽي- هاڻ تـه توڪان مزوري بـه ڪانه
ٿيندي.“ سچ ته چيائين ٺئي، جي ننڍي لاڪون مزوري
تي هريل هجان ته ڪر ادا سان گڏ ڳوڙهيون ڊوڙيو پيو
پيٽ گذر ڪريان ها.... چڙ .... پيار .... نفرت .... قرب....

اهي سڀ انسان جي فطرت آهن، جنهن ۾ اهي جذبا ناهن اهو انسان ته نه سڏبو.“

پڻن تي هٿ لڳس مٿي ڏنائين ”هلو نواز“.

”انور پلا ڏي خبر ڏيندو سڏ سرڪار جو يا اتيئي مري ويندا سين.“

”بس يار سٺا ڏيا جيئرن وس، وس وارا آهن.“

”يار ماڻهو ته تمام گهڻا آهن، جايون گهٽيون آهن، توکي خبر آهي- پر تو چالاءِ اپلاءِ ڪيو آهي.“

”مون هيلپر لاءِ درخواست ڏني آهي. هاڻي ڏس نه ڪلارڪي جون جايون آهن اٺ، سادا چار سئو اميدوار، پوءِ اسان ڇهڙا مسڪين ڪٿان آئين سورس.“

”اڙي بابا ڪم اڳيئي لٿا پيا آهن مٿي فارملٽي پوري ڪرڻي، پر توسان خبر- ڇو هيلپر لاءِ؟ پوءِ هي ڊگريون ڪڏهن ڪم ايندءيون؟“

”بس پيلي ڊگرين جي آسري ۾ بک ته ناهي مرڻو، پو ته سڀ ڪجهه آهي جئيڪ سان، پاڻ نانگا ماڻهو ڏن جي پارت به ڪير ڪندو.“

پٽيوالي رڙ ڪئي ”انور پٽ عارب سمون.“

فائيل کڻي ۾ ڪري اندر گهڙيو انٽرويو ڪميٽي جي هڪ ميمبر اصلي سرٽيفڪيٽ گهريس.

(انور پٽ عارب سمون، ايم.اي اڪانامڪس فرسٽ ڪلاس.... ايم.اي سنڌي فرسٽ ڪلاس-)

صاحب جون اکيون ڦيڪيجي ويون. ”اڙي بابا هي

ڇا ٿو ڪري؟ تون پوسٽ گريجوئيٽ ماڻهو هيلپري ٿو ڪرين؟"

"بس سائين شل ان لائق به سمجهيو وڃان."

ٽيئي ميمبر هڪ ٻئي ڪي تڪڻ لڳا.

"پر بابا اها ته اسان جي اداري جي بيعزتي آهي. ايڏو ڪواليفائيڊ ماڻهو هيلپر هجي جڏهن ته، گهٽ پڙهيل آفيسر هجن."

"سر تعليم ڪي مان گذر جو وسيلو نه ٿو سمجهان. مون کي پيٽ گذر گهرجي، آفيسر ٿيڻ لاءِ ڪنهن معتبر ماڻهو جي نوازش ضروري آهي- ان نعمت کان محروم آهيان- آئون ان ۾ پنهنجي عزت سمجهان ٿو ته محنت مزوري ڪري به گرهه پيٽ ۾ وجهان.

چيئرمين گهڻو وڃهي چوڻ لڳو "ٺيڪ آهي توکي نوڪري مان ڪم ان جو ذمو مان ٿو کڻان جڏهن به تنهنجي لياقت موجب ڪا جاءِ ٿي ته پهرين توکي آرڊر ملندو باقي اڄ ته، لوئر ڪلاس جا انٽرويو پيا ڪريون."

"سائين تيستائين مون کي هيلپر ڪري رکيو وڃي پوءِ جڏهن ٻي ڪا جاءِ خالي ٿيئي نئون آرڊر ڏجو."

"پر بابا تيستائين تون ڪٿي ترس- ٿورو انتظار ڪر."

"سر هاڻي انتظار ڪرڻ جي ٻيچ مون ۾ ڪانهي. حالتون نازڪ آهن."

"نه بابا نه، اسان کي هيلپر لاءِ تجربيڪار ماڻهو

گهرجن نہ کي عالم ۽ پروفيسر.“

”سر هيلپري ۾ گهڻو تجربو کپي. اهي پاڻا پلاس آئون ڇوري پوري سگهان ٿو.“

”چڱو تون پنج منٽ ٻاهر هل تہ اسان پاڻ ۾ ڳالهايون.“

انور وجود کي ڌڪيندو ٻاهر نڪتو پويان ڪمري ۾ سنڌس قسمت جو فيصلو ٿيڻ لڳو.

هڪ ميمبر ”مون کي تہ مينٽل ڪيس ٿو لڳي.“

ٻيو ”نہ نہ جناب هي ڪواليفائيڊ ماڻهو آهي اصل ۾ هي ڪا وڏي سازش آهي. اسان جي اداري ۾ اهڙا ماڻهو مزدورن ۾ سياسي ڪم ڪرڻ لاءِ موڪليا ويندا آهن. اها پڪ ڪا سرخن جي سٽ سٽيل آهي. مان انهن کي چڱيءَ ريت سڃاڻان.“

چيئرمين شيخ ٿي ويو ”او مائي گاڊ .... نہ نہ بابا اهو امپاسيبل آهي. انهن ڀوريون لاءِ اسان وٽ ڪابہ جاءِ ڪانهي مان پنهنجي ماحول ۾ اهو ڪجهو پيدا ٿيڻ نہ ڏيندس.“

پٽيوالي وري ڪيس اندر موڪليو. چيئرمين ڊپ هراس جي ڌڪڻ ۾ غرق ٿيندي ٻوٽاڙ ڪيو ”تو لاءِ.... اسان وٽ ڪابہ جاءِ ڪانهي. تون هڪ منٽ بہ هتي رهي نٿو سگهين.“

”سائين آخر .... “

سنڌس جملا اڌ مان ڪٽيندي ”گيٽ آئوٽ.“

”سر عرض آهي.“

”مان ٽو چوان گيٽ آئوٽ .... ٽري وڃ هتان.“

سندس انا جي ڪنوٽ ڪر ڪنيو ۽ اکين ۾ آلا ڀري آيس، هڪ غضب جي گهور وجهي ٻاهر نڪتو.

هلندو وڃي، ڌرتي سندس هر قدم تي ڪنجهي ٿي پئي.

گهر .... جتي بک آهي جا واڪا پئي ڪري، ڀاتي آهن جن جي انگ تي سڳهو ڪپڙو ڪونهي پونگي .... جنهن ۾ سيءَ جو جهلو ڪونهي، اونهاري لڪ لوسائيو ڇڏي.

شام جو ڀاڻس چانٽ ٽپيو، مٿس نگاهه پوندي پڇي ويٺو ”انور چا ٿيو تنهنجي انٽرويو جو“ هن رڳو هڪ ڀيرو ڇتائي ڏٺو ۽ اکيون پيرن ۾ اٽڪائي ڇڏيائين.

ڀاڻس سمجهي ويو، جذبن ڪاڏي، ڪاوڙ جا ڪڙا ٽٽي پيا ”پرواهه ناهي، بابا پرواهه ناهي، تون گهٻراءِ نه اڃان ٻانهن ۾ ٻل آهي. ڏکيا سکيا ڏينهن گذري ويندا .... ويندا لڙ لهي.“

ويجهو اچي ڪلهي تي هٿ رکيائينس ٻنهي جي ماڪين مان ٻه ٻه لڙڪ لڙيا، ڌرتي ڳهي ويئي. ڀڻل نيڻن مان هڪ ٻئي ڏانهن ڏٺائون. ٻنهجائپ جو سندو ڇوليون هڻ لڳو ۽ ٻئي ٻڪين پئجي ويا.

# وڃي وهامي راتڙي

سندس ڪٽ گهر کان پري ڏسي، پٽس شڪ جي نگاهه سان ڏسندي پڇيو هوس ”سڙل ڏي خبر گهر کان ايڏو پري ڪٽ وڏي اٿيئي؟!

”بابا ميڇر به آهن، مٿان وري پاڙي اوڙي جا يار دوست ڪچهري تي به اچن سو پري ٺيڪ ٿيندو.“

”هان ته ٺيڪ آهي ڇورا ڇپر ڇتا چڱا آهن. پر سال جي سار سنڀال ڀيا ڪجو.“

پاڻ دل ئي دل ۾ ڏري پيو هو. هن ته رڳو اڪيلائي پيئي چاهي، سڪون ٿي چاهيو، هيڪلائي ۾ جدائي جي پلن جو حساب ڪرڻ ٿي چاهيو. روئڻ ٿي چاهيو، جيئن سندس سڏڪا ڪو به ٻڌي نه سگهي، سندس اندر جي آهن جا الا ڪو به محسوس نه ڪري سگهي. هن ته پڇي وڃڻ پئي چاهيو، گهر کان پري، وستيءَ کان پري، آوازن کان ڏور، صفا ڏور جتي ڪو پڪو به نه هجي پر اهو سڀ ڪري، نه سگهيو تڏهن ڪٽ ڪٺي اڇي پرپرو وڏي هٿائين، سج لڙيئي، سال وجهه جي ڪري اچي ڪٽ تي ليٽيو.

چنڊ اڀرڻ جي دير هئي، وس وڻي وستيءَ ۾ خوشي جي لهر هئي ڏڪاريا ڏيهي موٽي ساڳ آيا هئا. ڇوڏاري چڙن جون چونگارون هيون، صبح سان پڻاريون پٽن تي پهري ٿي پيون. ڏنارن جون ٽٽوارون ۽ ڇنگن جي هونگار

سڄي ڏيون ٻرائي ٿي ڇڏي، وڻي جي ٽهڪار، ساوڪ ۽
سبزي هر دل جي سورتي ۾ ڪئين رنگ ڀري ٿي ڇڏيا.
پر سندس سڪ ويتر تڏهن ڦٽي جڏهن پاڙي جا خالي
ڀڙنگا وري آباد ٿيا هئا. سندس زندگي ۾ عجيب اڻ تڻ
پيدا ٿي پيئي هئي. سال وجهه جي ڪم ڪار کان
واندو ٿي اچي کٽ تي ليٽيو هو. سڏو ٿي تارن جي
جهرمر کي تڪڻ لڳو، چنڊ به نروار ٿي رهيو هو. تارن
جي جهرمر چنڊ جي چڙهي اچڻ سان جهڪي ٿي رهي
هئي. چنڊ سونهن جو ساٿاري حسن جو مثال ڪنهن
وهيءَ چڙهيل ونهيءَ جي جواني ۽ جوڀن وانگر ڀوري
آب تاب سان پنهنجي روشني ڌرتي تي نڇاور ڪري ڇڏي.
هو چنڊ کي تڪيندو رهيو. چنڊ جو سڪ محبوب جي
ياد ڏياري ته دل ۾ وڍ پوندا. سندس تصور جي آرسيءَ
تي ڪا صورت اڀري آئي. گول منهن ويڪرو، ڀورو
رنگ، ڳچي جهڙي ڪونج، سنها چپ، وڏيون ڪاريون
اکيون جن ۾ ڪا چڪ هئي. جي ڏسن ته ڀنڊڻ ڀڄي
ڇڏين، واسينگ جيان ونگ وجهي ڇڏين، اهي ڀاڳل جون
اکيون ٿي هيون جن سندس جيئڻ جا سهارا کسي ورتا
هئا، سڪ جا ساهه روڪي ڇڏيا هئا. هر پل ۽ پهر
وجود سان ڏينگهر لنگهي ويندو هئس. اندر ۾ ڏاڍون ڦاٽي
پوندا هئس، ڏاڪا ڏيندا هئا پر ٻاهر ٻاڦ نه نڪرندي هئي.
جڏهن کان ڀاڳل وارن وري اچي اباڻا ٻڌ وسايا هئا
ته ڀاڻ ڪوشش ڪئي هئائين ڪيس وسارڻ جي، ڇڻ

سنڌس ڪابہ دلچسپي ناهي پاڳل ۾ لکائي نہ پئي ڏيڻ چاهي، پر پاڳل ڪي وسارڻ سنڌس وس ۾ ئي نہ هو.

پاڳل جڏهن پرڻجي ويئي هئي تہ پُري پيو هو، پرڻو بہ اتي ٿيو جتي، سنڌن اٻٽت هئي، خونن جا وير تہ ڪونہ هئا پر راڄوڻي ۾ ڦهيل نہ هئا، ڏک ڏورايا هئن پاڻ ۾.

هن مهينن جا مهينا جاڳي گذاريا هئا، دل تي پٿر رکي سڀ ڪجهہ سٺو هو ۽ پٽس تي ڪرڙيون ڪائيندو هو، جنهن پنهنجي انا ۽ غرور ڪري ڪانئس پاڳل کسائي هئي، نہ تہ پاڳل جو پيءُ پٽس وٽ لنگهي آيو هو تہ "پاٹر آهيون، پنهنجا پچا اوهانجي جهولي ۾ ٿو وجهان، رڳو منهنجي پٽ جي سٿي تي هٿ رکو."

پٽس رکو جواب ڏنو هوس "نہ بابا اسان نديا وڏا پنهنجا پاڻ ۾ ڳنديندا سين، منهنجو پٽ وهي چڙهيو تہ خير آهي، پائيٽي اڄ نندي سياڻ وڏي لائق ٿي پوندي، منهنجي ڌيءَ اڳيئي پائوجي پٽ جي نالي ٿيل آهي."

هن وري بہ ليلايو هو "ادا آئون بہ اوهانجو پاءُ آهيان مون مور پٺن سوڌي اوهان حوالي ڪئي، منهنجو پٽ اچا معصوم آهي جڏهوڪا ميهن تڏهوڪا پاٽي پر ساماٹل نياڻيون ڪيڏانهن ڪندس؟ مڙيئي گهٽ وڌ ڪري مون کي پاڻ سان گڏيو، اوهان ڪانسواءِ ٻيو ڪير آهي منهنجو؟ ڌاريان نيٺ ڌاريان آهن."

پٹس نہ مڃيو تہ نہ مڃيو "بابا اسان پار ننڍي هوندي نالي ڪري ڇڏيا آهن سو ڪار ڪو نہ ڪنداسين، تو ڪي موڪل آهي، پيو بہ راڄ نهار جتي لائق لڳو ٽيئي بار لاهي ڇڏيو، اسان وٽ گهٽي ڪونهي، پيا بہ پائر آهن ڏڪو ڪولهي تہ ڪونہ آهن."

ڀاڳيل جو پيءُ روئي اٿيو هو ۽ پئي ڏينهن ٽيڙ وڏائين ڊڳي گاڏيءَ ۾ درياهہ ڏڪ بہ ڪونہ جهليس وڃي سيري وساياڻين، سنڌس ست پيڙهين جي ڪا پراڻي ماڻيٽي ڳولهي ڀاڳيل جو سڳ ڏيئي ڇڏيائين.

پوءِ سيرل آهي ڏينهن ڏاڍا ڏکيا گهاريا، راتيون رهزن ٽي پيون، ڀاڳيل جي پرڇڻ جو ڀڏي اندرئي اندر ڀسم ٿي ويو هو، ٻڙڪ بہ ٻاهر نہ ڪڍيائين، ڪري بہ ڇا ڀاڳيل ڪوهين ڏور سنڌس ويرين جي ويڙهي ۾ وڃي ڦهڙي، جن سانگ رچايا هئا، اهي ڳالهيون بہ سنڌس ڪن پيون تہ سنڌس بوتو ڏاهي جتيءَ سان لائون ڏياريون ويون، دل جلائڻ لاءِ اهي خبرون بہ قاصدن وسيلي پهچنديون هيون، من ئي من ۾ رجهندو پڇندو رهيو.

نيٺ راڄوٽي ۾ ڏاهہ ٿيو، ڀاڳيل جا سهريجا، پٹس سان پاءُ پلاند ڪري پرچي ويا، راڄن ڏاهي ڇڏيا.

هيل وس وئي تہ ڀاڳيل جو مڙس بہ مال ڪاهي سنڌس سهري جي گهر ۾ اچي ويٺو هو، تڏهن سنڌس دل ويتر ويران ۽ پڙ ڀانگ ٿي پئي هئي.

ان ڏينهن ڀاڳيل سنڌس گهر لنگهي آئي هئي تہ

پاڻ ڪنڌ هيٺ ڪري ٻاهر هليو ويو هو. ڀاڳل کيس
ڪاريون ڪجل ڀاتل اکيون کڻي ڏسندي رهي هئي
منجهس ايتري همت نه هئي جو نيڻ کڻي نهاري، شام
جو ماڻس چنڊ ڪڍي هيس ”ابا صفا حيا ڇڏي ويو
آهين، ڪا نياڻي سياڻي اڱڻ تي اچي ته ان کي هٿ
ته ڏهيو پر پليڪار به ڇڏي.“

”منهنجي پليڪار نه ڏيڻ سان ڪنهن جو ڪو سان
لهي پيو ڇا؟“ ”اڙي ابا جوان جماڻ اچي ٿيا آهيو پر
عقل نڪي جو به ڪونه اٿو“ هوءَ ويچاري ڀاڳل
ورهين ڪرهين پير پري آئي سا ڏک ڪڍي ويهي رهي،
چي ”ماسي مون پڻهين جو ڪهڙو ڏوهه ڪيو آهي
جو گهر آئي پليڪار به نه ڏنائين؟ ويچاريون هتان ته
هونئن ٿي ٽڙجي نڪتيون، وڃي پرايا گهر وسايائون
سندن لکيو جيئن به ٿيو، پر جيڪو وقت هتي آهن سو
اسان سندس دل ته نه پڇون ”اسان پلا مڙس سان ڏهي
جڙي ويئي آهي؟“

”ابا اهي ڳالهيون ٿي نه پڇ ڪهڙا ڏهڻ، مڙيئي
پيئي ڏورڻ ڏيئي، مئو موالي پيو سلفي، ڏنگ ڏنگ تي
چاڙهيو پيو آهي نه مال جي نه وڄهه جي، بس ڀاڳ
ڦٽا نياڻي جا جو ان چرسي سان انگ اڙيس نه ته ڀاڳل
جي جتيءَ برابر به ڪونهي.“

ماڻس جي ڳالهين هيڪاري دونهن ڏيئي ڇڏيا، ڀاڳل
لاءِ همدردي ٿي پيئي هيس، پاڙياڻي تي ڇڪ اچڻ لڳس.

ڀر مون ڪيس ڀليڪار ڇو نه ڏني؟.... ڪيڏا نه قرب هئا ساڻس، ننڍپڻ ڪيڏو نه حسين سپنو آهي، هڪ خواب جو منهنجي سڪون جو ويري ٿي پيو آهي، ڀاڳل جي پيار جا پاڇا سندس نٿهڻ آس جهڙي حياتي تي ڇانورو ٿي بيهي رهيا. پڻس جي هٿ ڏرمي تي ڇڙ اچڻ لڳس، ڇاڇا جي ڏيءَ اڇان ته پوتي به نه سنڀالي آهي، له ٿي منهنجو ڪو ساڻس سڀنڌ آهي. سڄي رات اهو سوچي، گهٽيل سڏڪا ڀري سڄي رات گذاريندو آهي. اڄ رات به سندس سوچن جو سفر شروع ٿي چڪو هو، چنڊ چڙهي مٿي آيو هو، جڳ سندر سپنن جي واس ۾ ويڙهجي ويو هو، پر سندس ننڊ جي پري ڪو پرديس وسائي ويٺي هئي.

سندس دل جي ديوي ورهيه وڇڙڻ ڪانپوءِ سندس پاڙو وسايو هو. بس وچ ۾ سندس ڇاڇي جي ويڙهي ڪانپوءِ ڀاڳل وارن جو گهر هو، هوءَ به سارينديءَ هوندي يا وساري ڇڏيائين. آهي گهڙيون جڏهن ٻنهي جا ساهه گڏ کڄندا هئا، اکيون اکين ۾ اٽڪائي ٻنهين ۾ پيغام ڏنا هئائين، ٻنهي جون دليون گڏ ڌڙڪنديون هيون، پر هاڻي ڇا ٿيندو؟ ڀاڳل، هاڻي ڪجهه به نه ٿيندو، تون ٻئي ڪنهنجي آهين، پوءِ به تنهنجي ياد ٻڙڇي ٻنجي من ۾ ٽنبي پيئي آهي، تنهنجي اڪير منهنجو من وياڪل ڪري وڌو آهي. اندر آڇايل آهي، دل ولر ڪان وڇڙيل ڪونج آهي جا ٻن ٻن ٻنڪي رهي آهي. الائي ڇو اهيو احساس ٿيندو آهي ته تون منهنجي آهين. وقتي طور مون

ڪان ڪسجي ويئي آهين، تون رڳو منهنجي آهين. بس
لڳندو ائين تون اڄ به منهنجي وجود جي ذري ذري ۾
سمايل آهين. تون هوا جي جهوٽي ۾ شامل ٿي وجود
کي وڪوڙي وڃين ٿي. چانڊوڪي به تنهنجو ئي روپ
آهي جا روح ۾ رچي وڃي ٿي. جي ڏکڻ جي هير گهلي
ٿي تنهنجو سڳنڌ کڻي ٿي اچي. تو منهنجي احساس
جي هر تار ڇيڙي ڇڏي آهي.

اڄ ڪان مٿي رات لڙي چڪي هئي سندس اکيون
پورجي رهيون هيون. پر اندر ۾ ٻارڻ ٻري چڪا هئا.
ساروڻين ۾ پاڳل سان روح رهاڻيون ڪري رهيو هو.
ڪن لاءِ هن ڪا سراهي محسوس ڪئي چانڊوڪي ۾
هوءَ پير پير ۾ ڏيئي ڏانهنس وڌي رهي هئي. ٿڌي
سهائي ۾ هوءَ بهار جي جهوٽي وانگر سندس وجود کي
ڇهي وڃي ٿي ۽ دل ۾ سرمنڊل جا سڀ سر ڇيڙي
ٿي ڇڏي.

سندس مٿي تي ڇهاءُ محسوس ڪيائين، هٿ، نازڪ
هٿ، ڪراين ۾ پيل چوڙين جو ڇڻڪاٽ جلترنگ پيدا
ڪريو ڇڏين. سندن ساهن ۾ ڪا سرهاڻ سمائجي ويئي.
دل ۾ هڪ آس ڪر ڪنئي ته ٻانهن ورائي ڪيس ڀاڪر
۾ ڀري ڇڏي، ساهن ۾ سمائي ڇڏي. هوءَ صرف منهنجي
آهي، پاڳل توکي ڪوبه مون کان کسي نٿو سگهي
ڪوبه نه....

هن ٻانهن ڊگهيري ڪيس ڀاڪر ۾ ڀرڻ جي ڪئي.

ڇرڪ نڪري ويس خالي ٻانهون هوا جي جهوٽن ۾ وچڙي ٻاڻ ۾ ملي ويون.

دل ٻڏڻ لڳس، لڳ وسامجي ويس. ٿڌو ساهہ ڀري سانيتڪي وايو سنڀال ۾ شوڪارو ڇڏيائين تہ وجود هلڪو ٿي پيس.

رات اڌ ٻا اڌ مس گذري آهي ۽ هو لوڪ سڀني وري چانڊوڪي رات ۾ ٻاڳل جي ويڙهي ڏانهن اکيون اٽڪائي ٿو ڇڏي، ننڊ جي ديوي وڃي پرديس وسايو آهي رات آهي جا ڪٿي ٿي نٿي.



## سڃاڻپ

جهمپير جون ٻه وڏيون سڃاڻپون آهن، جهمپير جون کيهون ۽ رسول بخش درس. رسول بخش بابت ۽ کهاڻيون ۽ جهمپير جي ڪٿين مان ٽيپو ٽيپو ٿي ماڻين ۽ ٽمڻ تاڙي وانگر حواسن تي ڇانئجي ويندو آهي.

رسول بخش جا دوست اڄ تائين صحيح اندازو لڳائي نه سگهيا آهن ته سگهاري سندس ڪهاڻي آهي يا سندس دوستي؟

[illegible] ڳالهه پنهنجي جاءِ تي اڏي بيٺي آهي [illegible] جهمپير جي اوپر ۽ پهاڙن مان ڦٽندڙ سج [illegible] مهربان ڪرڻا، ته رسول بخش دوستي ۽ لکڻ پنهنجي ۽ سگهارو ۽ قد آور آهي.

طارق عالم ابڙو

